

ساحل پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر چاھٺ ھون

ڪتاب جو نالو: سوچن جي سانوڻي ۾
موضوع: ڪھاڻيون
ليکڪ: بھادر ٽالپر
ڇاپو پھريون: 2015ع
ڇاپو ٻيو(اي ايڊيشن) جنوري 2025ع
لي آئوٽ/ ٽائيٽل ڊزائن: مور ساگر
ڪمپوزنگ: نعمان جوڻيجو
ڇپائيندڙ: ساحل پبليڪيشن حيدرآباد. 03332634650
ڇپيندڙ: ساحل پرنٽر، رابعه اسڪوائر حيدرآباد
03002634650

قيمت: 120/_ روپيا

# اِنتساب

همعصر عهد جي

سنڌي ڪهاڻي

جي تاني

# سنڌاءُ

## ٻه اکر

بهادر ٽالپر اسان جو پراڻو رفيق ۽ ساٿي آهي، جيڪو ڪينجهر ۾ لاڳيتو لکندو رهيو ۽ ڪينجهر جي گهڻو ڪري سمورن ساليانن پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو ان زماني کان هو لاڳيتو لکندو رهيو آهي ۽ سندس ڪهاڻيون توڙي شاعري مختلف رسالن جي زينت بڻجندا رهيا آهن.

سوچن جي سانوڻيءَ ۾ سندس ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جيڪو سنڌي ساهت گهر طرفان ايندڙ سندس پهريون ڪتاب آهي. جيڪو لائق پڙهندڙن آڏو ان اُميد سان آندو پيو وڃي ته هو ان کي اهڙي ئي محبت ۽ چاهت سان پڙهندا، جنهن جذبي سان بهادر ڪهاڻيون تحرير ڪيون آهن.

نازسنائي
03003946518

سنڌ
حيدرآباد
28 مئي 2015ع

ليکڪ پاران؛

## خير! اها بہ تہ هڪ ڳالهہ آهي!

سال 2008ع جي ڳالهہ آهي، جڏهن پهريون ڪهاڻيءَ ڪتاب ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ هئو تڏهن بيو نہ تہ ڪنهن ڪهاڻيءَ جو منجهيل ڪردار تہ اوس ئي پئي لڳس! جڏهن مون کي اڳيان هلي ڪنهن گهر جو رنگين ڪڙو ڪڙڪائڻو هئو يا ڪنهن بنگلي جي ٻاهرئين گيٽ وٽ ٻيهي :- ”گهنٽي وڄايان........ يا نہ......!-“ جهڙين ڪيفيتن مان گذرڻو هئو!

ڪيفيتن جي جيڪر ڳالهہ ڪجي تہ ان ئي زماني ۾ منهنجي تصور جي تاڪن تي جبل ۽ انهن تي ڄميل برف بہ هئي......!!- ۽ آئون ڪما حقہ اهڙي گرمي لاءَ سرگردان هوس جيڪا ان کي رڃائي سگهي!

انهن ئي ڪيفيتن ۾ ڪنهن ڪهاڻيءَ اچي بيساختہ ڪڙو ڪڙڪايو تہ ”زندگي جو رستو“ عنوان ڏيئي وينس! ۽ ائين ڪهاڻيءَ حادثاتي طور سرجي، ان پهرئين مجموعي جو عنوان / ٽائيٽل ٿي پئي – جنهن لاءِ آئون ڪو بيو عنوان اڳ ئي تلاشي چڪو هوس!

ان ڪهاڻيءَ ۾ بين شين ڪان علاوه جبل ۽ مٿن ڄميل برف بہ هئي .......! ۽ ان برف کي ڪردر جي گفتگو واري گرمي رڃائي رهي هئي ”ڏسندي ڏسندي لفظن ۾ حرارت اچي ويس، ڄميل برف وگهرڻ شروع ٿي وئي.......“

هي سال 2014ع آهي – جنهن ۾ آئون ائين محسوس ٿو ڪريان جڻ سال 2008ع ۾ بيٺو هجان .......! اهي پهاڙ ئي منهنجي تصور ۾ آهن – جن

تي هاڻ برف رجي چڪي آهي ....... ۽ اها برف منهنجي احساسن جو سنڌو ٻڻجي مون ۾ وهي رهي آهي .......!! جڏهن تہ آئون جبلن ڏانهن ڏسان ٿو تہ انهن تي برف بدران انيڪ ضروري ۽ غير ضروري قسم جون ٻوٽيون اڀري آيون آهن .......!!_ انهن ئي ڪيفيتن ۾ ڪجهہ عرصو پهريان مون – ”حسن حجم“ ڪهاڻي سرجي هئي – جيڪا هن ٻئين ڪهاڻيءَ ڪتاب ۾ آهي !_ ” ....... انهن پهاڙن جي چوٽين تي ڪيتريون فضول قسم جون ٻُوٽيون اڀري آيون آهن ....... آءٌ بہ تہ هن ڌرتيءَ جو حجم آهيان .......! ڇو نہ انهن پهاڙن تي بدلاءُ اچي .......!!

”رانديڪن جو گهاءُ – ڪهاڻيءَ ۾ بہ پهاڙن جو تذڪرو آهي پر ٻي طرح!_ ” ....... ٻيٽڙس جون اکيون جيڪي پهرين سطحي قسم جون هيون – جن ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪا ڇوليءَ نہ هئي 1 ڪو ننڍڙو ڍٻو پاڻيءَ جو بہ نہ هو ڪيس محسوس ٿيو تہ انهن ۾ سمنڊ جڙي رهيو آهي ۽ انهن ئي اکين م ڪيترا پهاڙ وجود وٺي رهيا آهن .......“ – ممڪن آهي اوهان جي تصور ۾ بہ ڪيترائي پهاڙ هجن – جيڪي نرم ۽ و نازڪ وجودن ۾ پلجندي پسي رهيا هجو! خير! اها بہ تہ هڪ ڳالهہ آهي!!

۽ منهنجي تصور ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ڳالهيون آهن – جيڪي پوپٽن وانگر فڪر جي ڦلواڙيءَ ۾ پر هڻي رهيون آهن ....... ۽ دل چاهي پئي تہ ان پوپٽ جو تذڪرو بہ ڪريان – جيڪو ”پوپٽ جو خواب“ – ڪهاڻيءَ ۾ پنهنجو خواب ماکي جي مک کي ٻڌائي ٿو .......!_ ماکيءَ جي مک – جنهن وٽ ڏنگ آهي – اها، ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن ضمني ڪردار کي ڏنگي سڄائي ٿي وجهي .......! هي ڪهاڻي شايد فطرت جي عميق پس منظر ۾ ڏٺي وڃي .......!! – هونئن فطرت کي ڳولڻ سان اها ڪنهن ٻي ڪهاڻيءَ ۾ بہ ملي پوي شايد !!

”پردي جي پويان“ – ڪهاڻيءَ لکندي ڇڻ مڏ جا خمار محسوس ٿيا هئم .......! ان ۾ بہ غالبن فطرت ۽ فطري ڪردارن جي ذائقي واري محسوسات آهي .......! پر ٻي طرح!

”اڄ“_ هر ماڻهو پنهنجو پاڻ ڳولي ٿو.......! ان ڳولڻ پٺيان ڪهڙي اڇا/ خواهش آهي .......؟_ عام ماڻهو تہ عام، پر ڪنهن خواص کان بہ – پڇجي تہ

هُو پنهنجو پاڻ کي آخر ڇو ٿو ڳولي رولي؟!_ تہ هُو ان سوال کي ٿي هيڪر ٿاري ڇڏيندو ....... ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ "ذات" سان لاڳاپيل سوال ڪانئس ڇو پيو پڇيو وڃي .......؟!

هونئن تہ عام طرح ۽ ڪراچي ۾ خاص طرح هر پرامن انسان اداس آهي ....... ۽ هُو پاڻ سان گڏ ان ڪراچيءَ کي ڳولي رهيو آهي جيڪا ڪنهن ڪنوار وانگيان سنڌس سپنن جي سيج تان ڪڏهوڪو رسامو ڪري وئي آهي .......! ان ڳولا جا ڪجهہ نشان / اهڃاڻ ڪهاڻيءَ "ڪلاچي" ۾ پسي سگهجن ٿا.......!!

هر ماڻهوءَ اڳيان زندگيءَ جو هڪ پهاڙ آهي! ڪير نہ چاهيندو تہ هُو ان کي ٽُڪي، ان مان ڪو اهڙو رستو ٺاهي جيڪو اڳتي سهنجو هئڻ سان گڏ، صاف سٿرو بہ هجي .......! پر ڇا ٿو ٿئي؟ _ اڳتي هلي انسان ڏاڍو مايوس، حيران ۽ پريشان ٿي پوي ٿو!!

مايوسيون، حيرانيون ۽ پريشانيون جيڪر نہ هجن تہ پوءِ زندگيءَ کي ڪيئن زندگي چئي سگهبو ....... ۽ انسان کي ڪيئن انسان.......! هر ماڻهو پنهنجي پنهنجي جبلت موجب سوچي ۽ عمل ڪري ٿو! ۽ هر ماڻهو پنهنجي ڍنگ جي زندگي جيئي ۽ مري ٿو. ان "جيئڻ" ۽ "مرڻ" جي وچ ۾ هڪ رستو آهي جتان دنيا_ جهان جا ڪيترائي ماڻهو پنهنجي پنهنجي چال ۽ هلت موجب هيڏانهن هوڏانهن اچي وڃي رهيا آهن! هُو ڪٿي ٿابڙجي وري پنهنجو پاڻ سنڀالي ٿا وٺن تہ وري ڪٿي ڪنهن موڙ تي ڪِري بہ پون ٿا ۽ پنهنجا ڪپڙا ڇنڊي وري "هلڻ هارا" ٿين ٿا!! — "آءُ ۽ رستو" "ڪهاڻيءَ ۾ ممڪن آهي اهڙو ڪو اڻ — لکو ذائقو هجي .......! خير! اها بہ تہ هڪ ڳالهہ آهي.......!!

**بهادر ٽالپر**

خميس 24 جولاءِ 2014ع

25 رمضان 1435هہ

Cell No. 0347_3701671

# حسن حجم

هُن حسن حجم جي واتان پهريون ڀيرو ”بدلاءُ“ لفظ ٻڌو حسن اهو لفظ اچاريندي ان تي ايترو تہ زور ڏنو جو هُن کي محسوس ٿيو تہ حسن ان لفظ ۾ ضرور ڪنهن نہ ڪنهن قسم جي دلچسپي رکي پيو.......!! نہ تہ اڳ سنڌ جي زبان تي اهڙي قسم جو غير معمولي لفظ هوند ڪڏهن بہ نہ آيو. ”بدلاءُ“ هن لاءِ بہ هڪ وسيع پس منظر رکندڙ لفظ هئو.......!! اها ٻي ڳالهہ هئي تہ من جي ڪوٺ ڪوٺان ڪندي هن جي لاشعو مان تحت الشعور ۽ پوءِ شعور جي سطح تي ڪيترائي اهم ۽ غير اهم لفظ آيا ....... ۽ ويا ٿي ....... پوءِ تہ ڪيترائي ڏينهن بلڪ هفتا مهينا ۽ سال هُو حسن حجم جي واتان ئي اهو ”لفظ“ هر هر ٻڌندو رهيو!! هوُ ان ورجاءُ کان ڪڏهن بہ خفا نہ ٿيو! خفا نہ ٿيڻ واري منطق تي غور جي فرصت بہ ڪڏهن هن کي نہ ملي هن کي فقط اها فرصت ميسر ٿيندي رهي تہ هوُ جاچي تہ واقعي ”بدلاءُ“ ڪٿي آهي بہ يا نہ.......؟!!

حسن حجم هُن جو هجائتو يار هو ٻنهي غربت ۽ ڪسمپرسيءَ جو بار ڍوئي ڍوئي پنهنجين جوانين جون جوڳون ڏئي ڇڏيون! حسن جي حال جي هن کي سڌ هئي ۽ حسن بہ تہ سنڌ جي سماچار کان پوري ريت واقف هئو.......!! هنن ٻنهي وچ ۾ ”فقط اهوئي رشتو هئو ۽ ان رشتي جي راهہ ۾ ڪي بہ ڪنڊا حائل نہ هئا ۽ اهوئي رشتو هئو جيڪو کين ائين ڳنڍيو ويٺو هئو جيئن ”ڳنڍيون منجهہ ڳنڍير“! هنن ٻنهي فضول ڳالهين جا فصل نہ ڪڏهن پوکيا....... ۽ نہ ئي ڪڏهن لٽيا.......!!اِن ڪري هن کي پڪ هئي تہ حسن ”بدلاءُ“ لاءِ لفظ ضرور سنجيدگيءَ مان وٺي رهيو آهي.......!!!

حسن جڏهن اجا حجم نہ بڻيو هئو تڏهن پهاڙن جي چوٽين کي تصور ئي تصور ۾ وتو تراشيندو هئو......! هن کي سڌ هئي تہ پهاڙن جي چوٽين تي ڪيترين ئي غير اهم ٻوٽين جمي پونديون آهن هُو اهو عمل تصور ئي تصور ۾ ڪندي جڻ ماڻهن جي مٿن تان فضول وار ڪتريندو وتندو هئو.......!! هُن ڏنارن کي ڌرتيءَ جا حجم سمجهي، پاڻ بہ ڪُهاڙي کڻي وڻن ۾ وڌي ويل فضول ڏارين کي ڪٽي ڇڏيو هئو......! پوءِ ماڻهن هن کي هرو ڀرو بہ ڏنار ڪوٺڻ شروع ڪيو هئو جيڪو پنهنجين رڍن ۽ ٻڪرين لاءِ جڻ ڏاريون ڪٽيندو ڻي وتيو......! حالانڪہ هُن جي هانو ۾ تہ هڪ هوشيار حجم بڻجڻ واري حسرت هئي!!

حسن پنهنجي يار کي نئون نئون هيئر ڪٽنگ سيلون (دڪان) کوليندي مايوسيءَ مان ٻڌايو هئو تہ هُن جو مقدر زندگيءَ جي ڪنهن موڙ تي مري چڪو آهي ......! شايد هن ڏنڌي سان اهو وري زنده ٿي سگهي.......!! هُن حسن جو اهو جملو ٻڌي کيس معصوميت مان ڏٺو هئو ....... ۽ ڪجهہ چوڻ گهرندي بہ نہ چئي سگهيو هئو پر پنهنجي مٿي جي وارن تي ضرور هٿ ڦيرايو هئاسين ....... جڻ چوندو هجي هاڻ هنن وارن سان ويڙهاندڪر تہ ڪو مئل مقدر جيئرو ٿينئي.......!!!

پنهنجو مئل مقدر جيئرو ڪرڻ لاءِ هونئن هُن زندگيءَ ۾ ان کان اڳ بہ تہ ڪيترين ئي قبرن جا ڪتبا پڙهيا هئا...... پر ڪنهن بہ قبر ۾ اهو مڙدو ئي نہ ملي سگهيس، جيڪو هوند پنهنجو مقدر مڃي سگهي ها.......!! حسن جڏهن کان پنهنجو مقدر مئل سمجهڻ شروع ڪيو هئو ....... تڏهن کان ئي سندءِ گهر واريءَ مرثين جي موهہ ۾ مرڻ لڳي هئي ۽ پنهنجو رواجي زنانو لباس لاهي ڪارو پائڻ لڳي هئي.......!! سندن گهر ۾ جڻ ڪائي موت جي موسم هئي .......؟!! هونئن انهن ڪارن لٽن مان ڪيترا اهڃاڻ ۽ معنائون پيون معلوم ڪري سگهجن .......!! پاڙي پتيءَ وارن جو پل پل ڏکڻ لڳو تہ هيءَ ڇا.......؟!! هر ڪو اندر اندر ۾ اِناللہ....... جو ورد وظيفو پيو پڙهي!!

هُن پنهنجي گهر واريءَ کي تہ گهڻو ئي سمجهايو تہ اجا تہ آءٌ جيئرو آهيان.......!! منهنجي مُئي پڄاڻان ئي مرثيا پڙهجانءِ ....... ڪارو ويس ڪجانءِ.......!! هن ڪابہ ورندي ڪانہ ڏني هوس البتہ ڏانهس ڏسندي آلانيڻ

ئي آڇيا هوس.......!! انهن نيڻن مان حسن ڇڻ پنهنجي ئي ڪهاڻي پئي پڙهي .......!! اها ڪهاڻي جنهن ۾ ڪيترائي ڪاما، اڌ ڪاما، پنڪچيوئيشن مارڪس ۽ فُل اسٽاپون هيون .......!! اُن ڪهاڻي جو ڪئنواس ايترو تہ ڪشادو هئو جنهن مان ڪيتريون ئي انفرادي توڙي اجتماعي ٽرئجڊيون سمايل پيون محسوس ڪري سگهجن. حسن تڏهن بدلاءُ لفظ جي ”ب“ سان آشنا نہ هئو....... ۽ نہ ئي هن ڪي اها سُڌ هئي تہ هو پنهنجي مئل مقدر جي جيڪا مِٽي تلاشي رهيو آهي ان اسرار ۾ بہ ”بدلاءُ“ جي تمنا تڙپي رهي آهي.......!!

حسن حجم جي ننڍڙي دڪان واري ڪائنات ۾ ڪيترائي ماڻهو آيا ۽ ويا ٿي .....!! حسن جي هانوَ واري حسرت تہ حجم ٿيان 1 پڪ سان پوري ٿي هئي .....!! حجم بہ اهڙو جنهن جي ذمي صحيح معنيٰ ۽ مفهوم ۾ سنوار سڌار جو ڪم هئو .....!! ۽ اها سنوار سڌار ۽ ٺاهہ جوڙ هُو بخوبي پنهنجي بِلي سمجهي بيٺو هو .....! هُو رکي رکي ڪنهن ڪنهن پل وار ٺاهيندي ماضي ڏانهن موٽ ڪائي پيو تصور ئي تصور ۾ پهاڙن جا مٿا چليندو هو..... ۽ اندر ئي اندر ۾ پيو پهہ پچائيندو هو تہ انهن پهاڙن جي چوٽين تي ڪيتريون فضول قسم جون ٻوٽيون اپري آيون آهن ..... آءٌ بہ تہ هن ڏرتيءَ جو حجم آهيان .....! ڇو نہ انهن پهاڙن تي ”بدلاءُ“ اچي .....!! ڌرتيءَ تي اپريل وڻن ۾ وڏيل ۽ فضول ٽاريون ڪپڻ بہ تہ منهنجو ئي ڪم آهي .....!! ماڻهن جي سنوار سڌار ۽ حجامت بہ تہ منهنجو ڪم آهي .....!! بحيثيت بورچيءَ جي مون ڪي ڪاڏا اهڙائي پچائڻ ڪپن جن ۾ ڌرتيءَ جو درد، دک ۽ سُورن جي سماءُ وارو سواد هجي .....!!

هُو هاڻ پنهنجي يار حسن ۾ عملي طور ”بدلاءُ“ جي بُوءِ محسوس ڪرڻ لڳو.....!! نہ رڳو حسن ۾ پر حسن جا گراهڪ بہ تہ بدليل ئي محسوسجڻ لڳا هئا.....!!! پوڙها جڏهن حسن جي هيئر ڪٽنگ سيلون مان واپس ويا ٿي تہ نئين معنيٰ ۽ مفهوم ۾ جوان ٿي ويا ٿي .....! ۽ جڏهن جوان سنڌءِ سنوار سڌار مان گذري واپس ويا ٿي تہ ڇڻ آڪاس ۾ اڏامندا ٿي ويا .....!! ڪيترن ماڻهن ڪي ڏس ٿي ڏنائون تہ جيڪر وار نهرائڻ ۽ سنوار سڌار جو ارادو هجيو تہ وڃو حسن حجم جي دڪان تي! ائين هر طرف حسن حجم .....!! حسن

حجم ......!! جو هو ڪو پوندو ويو .....! حسن حجم جي حوالي سان آيل
ان ”بدلاءُ“ تہ ڪيترن حجامن جون ننڍون ئي ڦٽائي ڇڏيون .....! ڇاڪاڻ تہ
هوُ بنهہ روايتي حجام هئا.....!! حسن حجم جا اوزار تہ خوشيءَ ۾ ڄڻ روئي
رهيا هئا ......!! ”خوشيءَ وارو رُئڻ، ڪنهن ڏک ۾ رئڻ کان هزار ڀيرا بهتر
آهي .....“ البتہ انهن جي رُئڻ جي سڌ ڪنهن کي بہ نہ هئي؟ نہ ئي حسن
حجم جي هن يار کي! جيڪو ”بدلاءُ“ جي حوالي سان پنهنجي يار حسن
حجم جي شخصيت جو مطالعو ڪندو پئي هليو.....!!! حسن جي اوزارن جو
پنهنجي ئي پر ۾ ڄڻ خوشيءَ ۾ رُئڻ هڪ عجيب ڳالهہ هئي..... ان کان
عجيب ڳالهہ اها بہ هئي تہ هڪ پاسي حسن جي دڪان ۾ بظاهر خوشي ئي
خوشي هئي تہ ٻئي پاسي اُتي سندءِ اوزارن ۾ ڄڻ ماتم
هئو.....!! ”ايبنارملٽي“ شايد هر شيءَ کي ائين في الحال ڊيڄاري وجهندي
آهي جيئن حسن جي اوزارن کي ......!! انهيءَ وچ ۾ حسن حجم جي يار توڙي
پاڙي پتيءَ وارن کي اها سُڌ بہ نہ پئجي سگهي تہ حسن حجم جي گهر واريءَ
جي اکين مان لڙڪن جو سيلاب سُڪي چڪو آهي .....! ۽ هُو هڪ اهڙي
مسرت ۾ مامور ٿي چڪيون آهن، جن کي حسن حجم جي خود گهر واريءَ
جي تن تي پيل ڪارو لباس بہ رنگين ئي محسوسجي رهيو آهي......!!
ڇاڪاڻ تہ انهن اکين کي معلوم ٿي چڪو آهي تہ حسن تہ زندگيءَ جو شهيد
اهي......!! هُن پنهنجي زندگي پنهنجي ئي ڏنڏي ۾ انتهائي ايمانداريءَ سان
فنا ڪري حيات جا ودان ماڻي آهي .....!!! 1 نہ رڳو پاڻ جا ودان ماڻي اٿس پر
ٻين ڪيترن کي هُن حيات جاودان وارو فلسو بہ تہ سمجهايو آهي ......!! انهن
اکين کي اهو بہ تہ معلوم آهي تہ حسن جون اکيون جڏهن جڏهن بہ مُرڪن
ٿيون تڏهن تڏهن ڪانہ ڪا ٽرئجڊي کين پس منظر ۾ اتي ئي رُئاري بہ
ٿي ......!! ڇاڪاڻ تہ حسن جون اکيون مُرڪندي مُرڪندي بہ ڄڻ
زندگيءَجي فلسفي ۾ پيون ٻڏنديون ترنديون آهن ......!! اِن ڪري حسن
حجم جي يار کي پڪ هئڻ کپي تہ هُن حسن جي واتان جيڪو ”بدلاءُ“ لفظ
ٻڌو هئو يا اڳتي هلي هُوڪي ٻيا غير معمولي ”لفظ“ هن جي واتان ٻڌندو تہ
ضرور انهن ۾ بہ ڪونہ ڪو فلسفو۽ ڏاهپ هوندي......!!!!



# سوچن جي سانوڻيءَ ۾

هُو جن لمحن ۾ پنهنجي گهران نڪرڻ جو سوچي نڪري رهيو هو .....! هُن کي بس ايتري سُڌ هئي تہ هاڻ شهرجون بازارون ۽ سڙڪون ماڻهن سان انبوهجي ويون هونديون .... سج جيڪو آني جي ڇميل زرديءَ جهڙو مهاندو ڪٽي اڀريو هو ..... تنهن لاءِ اهو ضروري نہ هو تہ هُو هر ڪنهن کي پنهنجو اهو زرديءَ مائل چهرو ڏيکاري ..... جنهن چهري ۾ نہ ڄاڻ اڄاڪيتريون صديون بلڪ هزارين سال روشنيءَ جي راحت موجود رهڻي هئي ..... هونئن اهو سج جيڪو اڀريو هو تنهن جي روشني تہ روايتي هئي، پر اهو ڏينهن غير روايتي ڏينهن هو جنهن ۾ گهر مان نڪرڻ واري شخص کي هر نگاهہ ۾ ادا سان ڏسڻ جي متمني هئي .....!!

هُن گهر مان نڪرندي ئي سوچيو: ”هر نگاهہ ڪو ڪو هوندي جيڪا منهنجي وجود جي تابوت ۾ ٽنبجي مون کي ايذائيندي ..... اذيتون ڏيندي ..... اهو سوچيندي ئي هن جي وجود مان ڄڻ بجلي جو ڪرنٽ گذري ويو ..... هُن کي ويندي ويندي مگهن ميگهواڙ بہ ياد اچڻ لڳو ۽ سندس اڳيان ڳنڍجڻ لاءِ رکيل پادر، ڪوڪا ۽ ٻيا اوزار بہ ..... مگهن جي نگاهہ بہ سندءِ ڪوکن جيان تيز ..... ائين ٿي تاڙي جو شڪار ٿيندڙ کي پڪ ٿيو وچي تہ هاڻ لڪڻ جي واهہ ڪٿي .....؟! ڪو چار ڏوڪڙن جو قرضي هوندس تہ ٻوڪڙي پائي ٻِهہ هٽي وچي ڪانئس پئسا گهرندو.....!“

ڳلو قصاب جڏهن جوان هو تہ گهر مان نڪرڻ واري شخص سان دلي دوستي هوس ..... ڳلو جو پيءُ قيصر تڏهن ڪا سائڪو ڏنڊو ڪندو هو انهيءَ ڪرت ۾ راڄن جا واڙا ئي سُڃا ڪري ڇڏيس ..... ڪهڙو سياڳو ٿي

سُجهو جيڪو قيصر قصاب کي چڏي پنهنجو پُهرو ڪنهن ٻئي کي وڪڻي ..... ڳلو بہ پيءُ جيان ڪا سائڪي ڏنڏي ۾ تہ پڙ ٿي ويو هو..... پر حرامپائي ۾ بہ جهڙس ڪو مٽ نہ هو..... نہ ڪنهن جي پيڻ ڏسي نہ ڪنهن جي ماءُ.....؟! ماس جي موهہ ۾ ايترو تہ مڏ مست ٿي ويو..... جو الهڙ وڇيري وانگر وتي ٿپندو ڪڏندو..... اها ٿِپ ٿپان ۽ ڪڏڪڏان ٻين تہ ٻين پر هن شخص لاءِ خاص اک جو ڪنڊو بڻجي پئي ..... هن ڪلو قصاب جي دوستيءَ جا هڙئي رستا پنهنجي وجود جي ويراني ۾ بدلجندي ڏٺا ..... هن پنهنجي جيون ۾ هڪ اپري آيل حسين سج جي سونهري ڪرڻن کي ڪلو ڪاسائي جي ڪاتن ۾ زخمي ٿيندي ڏٺو..... هن پنهنجي چاهت جي چنڊ ۾ بہ چير ايندي ڏٺا..... هُن آڪاس ۾ بادلن کي پوڪان پڃندي ڏٺو ..... هن پنهنجي وجود ۾ دوستيءَ جو جيڪو وڻ پوکيو هو ان کي ظاهري دوستي واري دولاب جي طوفان ڍاهي وڌو هو.....!!

هُن کي مانڊڻي تي ويٺل محبوب جي نگاهہ جو بہ اونو هو. جيڪو ڪڏهن ڪيس چوندو هو تہ ”ڪلو ڪاسائي کان بچ چريا ..... ان ڪاسائيءَ جن جا سَر سُجا ڪيا سي ساوائي نہ ٿيا ..... ”محبوب ۾ ماڻهوءَ کي پرکڻ جي ساڃاهہ ڪيڏي نہ سرس آهي“ هن ڏکهو ۽ ٽڏو ساهہ اندر ۾ اوتيندي سوچيو.

هُو هاڻ سوچن ئي سوچن ۾ ڊاڪٽر زوهيب جي ڪلينڪ (جيڪا سندس ئي گهر واري ڳلي ۾ هئي) وٽ پهچي ويو هو ڊاڪٽر زوهيب ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي پري کان ڏسي ٻڌائي سگهندو هو تہ ڪيس فلاڻو مرض لاحق آهي ..... پر هن کي تہ اهڙي خواهش هئي ۽ نہ ئي هُن چاهيو ٿي تہ ڊاڪٽر زوهيب جي نگاهن جو شڪار ٿئي ..... هُن کي هڪ تہ اها سُڌ هئي تہ ڪنهن بہ ڊاڪٽر جي نگاهہ کان پهرئين هر ماڻهو صحتمند ئي هوندو آهي ..... پر جڏهن مٿس ڪنهن ڊاڪٽر جي نگاهہ پوندي آهي تہ هُو بيمار ٿي پوندو آهي ..... ۽ هن کي تہ يقين هو تہ ڊاڪٽر زوهيب اڄ ڪيس ضرور هڪ نئين ادا سان ڏسڻ جو متمني هوندو ۽ اها نئين ادا واري نگاهہ منجانئس ڪانہ ڪا بيماري ڪوٺي ڪيندي ..... اُن ڪري هو هڪ ئي جهٽڪي سان هوا جو جهونڪو بنجي اتان گذري ويو..... جيتوڻيڪ سندءِ نگاهون هيٺ هيٺ هيون ..... پر الاجي ڇو ڪيس اڻ تڻ جاڳي تہ انهن چوري

چوري ڊاڪٽر زوهيب کي ڪرسي تي ويٺل ڏسي ورتو آهي ۽ ڊاڪٽر زوهيب جي نظر واري چشمي پويان تاڙيندڙ شڪاري نگاهن جو هُوبہ شايد شڪار ٿي ويو آهي .....

اهڙين سوچن جي سانوٽيءَ ۾ پُسندي هن کي علي محمد استريءَ وارو بہ ياد اچڻ لڳو هو جنهن ڪيترن ئي ماڻهن جي انگن جي لٽن جا سر ڪيڏي کين جڙ سنئين لڳين ڪيو هو. علي محمد جيتوڻيڪ پاڻ بظاهر خوش خوش نظر ايندو هو پر سندس ڳالهين مان اداسيءَ جا پڪي الاجي تہ ڇو اڏام ڪري اچي هن شخص جي وجود ۾ آکيرو ٺاهي ويهي رهندا هئا..... هُو شخص پوءِ سوچيندو هو تہ ”آخر ڪهڙي ماجرا آهي جو لوڪ تہ ڪانئس نہ رڳو پنهنجي لٽن جا پر گناهن ثوابن جا گهُنج بہ ڪيرايو وڃن ..... ۽ آءٌ .....“ ۽ پوءِ هو اهو سوچي ٽڏو ساهہ کڻي پنهنجي ئي سائي پنهنجو پاڻ تي ملامت ڪرڻ لڳندو هو.....

هُو علي محمد استريءَ واري جي دڪان واري ڳلي ڇڏي ٻي ڳلي ۾ اچي ويو..... هن ٻي ڳليءَ واري واٽ رڳو ان ڪري ورتي جو کيس گمان هو تہ اڄ علي محمد واري استريءَ وڏيڪ تتل هوندي ۽ اُن جو تاءُ منهنجي وجود کي جلائي رک ڪري ڇڏيندو..... جيتوڻيڪ هن جو وجود اڳ ئي ڪلو قصاب جي ڪرتوتن رک بنائي ڇڏيو هو ..... ۽ هُو ان ۾ پنهنجي وجود جا رهيل ڪي اهڃاڻ تلاشڻ جي جستجوءَ ۾ هو.....

نئين ڳليءَ واري واٽ وٺندي هن کي نياز حجام جو دڪان ۽ سندس نوڙت ياد آيا ..... هن کي يقين هو تہ نياز حجام جي پاڪيءَ وانگر اڄ سندءِ نگاهہ تيز تيز هوندي ..... نياز حجام پنهنجي نوڙت وساري اڄ اهڙي ادا سان مون کي ڏسندو ..... جيئن پاڪي کڻي ڪن فضول وارن کي ڪاٽڻ جو سوچيندو هجي ..... هن تصور ئي تصور ۾ پاڪيءَ سان پنهنجي وجود جو انگ انگ وڍجندي ۽ رت نيئڊا ڏئي وهندي محسوس ڪيو..... هن کي نياز حجام ۽ ڪلو قصاب ڄڻ هڪ ئي وجود جا بہ پاڇا محسوس ٿيا ..... ٻنهي جي هٿن ۾ انگ وڍيندڙ اوزار.....!!

هُو جيئن اڳتي وڌي رهيو هو تيئن شهر ۾ گاڏين جو شور ۽ ماڻهن جي پيهہ پيهان وڌي رهي هئي هُو هاڻ چاڪاڻ تہ شهر جي مصروف ترين علائقي

صدر ۾پهچي ويو هو. اتان ڪجهہ خريداري ڪري ڪيس واپس بہ ورڻو هو پر ان کان اڳي جو هُو خريداري ڪري واپس وري ..... هُن هڪ نگاهہ آسپاس اڇلائي ؛ هر ڪو پنهنجي هڻ هٽان ۾ هو... ڪوبہ ڪيس هڪ نئين ادا سان ڏسڻ جو متمني محسوس نہ ٿيو.... لڄي ٿيندي سنڌءِ نگاهہ چڻ سجد ي ۾ هلي وئي.....

اندر ۾ اڻ وڻندڙ اتساهہ جي لهر ماٺي ٿيندي محسوس ڪيائين ..... ۽ ڪيس محسوس ٿيو تہ هُو انهن ئي لمحن ۾ واپس اچي ويو آهي ..... جن لمحن ۾ هو گهران نڪرڻ جو سوچي رهيو هو..... اصل ۾ اجا هو پنهنجي گهر ۾ ئي موجود هو..... ۽ گهر اڱڻ ۾ بيٺل نم جي وڻ جا پن هوا ۾ لڏي انڪار ڪري رهيا هئا تہ ڪو هُو هتان گهر مان نڪري بازار مان واپس ٿي بہ آيو آهي.....



# رانديڪن جو ڳهاءُ

ننڍي هوندي ڪيترن ئي رانديڪن جي خواهش ڪيائين پر غربت سبب هڪ رانديڪو بہ سندءِ هٿن ۾ نہ اچي سگھيو....! هونئن زندگيءَ جي بازار ۾ ڪيترائي رانديڪا ٽنگيل ڏٺائين .... گُڏيون، گُڏا، موٽر ڪارون، سائڪلون، اسڪوٽر.... پر هُن جون خواهشاٽيون اکيون پنهنجي اچي اُجري نگاهہ انهن ڏانهن اڇلائي مايوس ٿي موٽنديون هيون.... ايئن مايوسي پنهنجي پاند ۾ ناڪامين جا سوين ستارا سهيڙيندي وئي .... هن پنهنجي اکين کي پوءِ بہ ناڪام آرزوئن جو نوحو ٻڌڻ نہ ڏنو.... ها پر اهي ئي اکيون اُن ڏينهن ضرور رُنيون هونديون جنهن ڏينهن سندءِ ماءُ پيءُ ڪانئس ايترو وٿيرڪا ٿي ويا هوندا جو دنيا جهان ۾ هُو سواءِ پاڻ کي يتيم ظاهر ڪرڻ جي ٻيو ڪجهہ ظاهر نہ ڪري سگھيو هوندو.....!!

هُو جڏهن آهستي آهستي وڏو ٿيڻ لڳو.... پاڻ کان ڪجهہ ننڍي پيڻ وانگر .... تڏهن محسوس ٿيڻ لڳس تہ پيٽس ڪانئس وڏي ٿيڻ ۾ ڪجهہ مڙئي گوءِ کٽي رهي آهي .... تڏهن سندءِ اندر ۾ دٻيل خواهش، ”ڪاش جلدي ۾ وڏو ٿي وڃان تہ رانديڪن واري خواهش جي قيد مان ڪار هائي مليم ....“ کي جڻ ناڪامي نصيب ٿي رهي هئي. هُو پاڻ رانديڪن لاءِ ايترو سنجيده نہ هو پر ٻاراڻي فطرت کيس انهن جي حاصلات لاءِ خواهش جي سمنڊ ۾ اُڇليندي هئي ....!! هو ان سمنڊ ۾ ڪڏهن ٻڏي تہ ڪڏهن تري رهيو هو. موقعو ملندي ڪڏهن پيٽس سان راند ڪُڏي وٺندو هو پر پوءِ اچانڪ ٻاراڻيءَ فطرت ۾ مزاج ۾ نئين گهرج جو گهنڊ وجڻ لڳندو هوس .... ۽ هن جي حِس زندگيءَ جي بازار ۾ ٽنگيل رانديڪن جي حاصلات لاءِ هوشيار ٿي ويندي هئي.

هو پنهنجي پيڻ جي اکين توڙي ظاهري بدني بناوت کي نظرن جي فوڪس ۾ رکي رهيو هو .... ۽ ڪيس ڪجهه عرصو گذرڻ پڇاڻان انهن ۾ روشنيءَ جي رفتار وانگيا چڻ تڪڙي تبديلي مهسوس ٿي رهي هئي .... پنهنجي بدني بناوت کي ڏسي هن کي هيڪر لڳندو هو ته هو ڪو گُڏو آهي جنهن ۾ فطرت پلجي الائجي ڪيئن پنهنجي خواهش جو روح ڦوڪي ڇڏيو آهي پيڻس جون اکيون جيڪي پهرين سطحي قسم جون هيون جن ۾ ڪنهن به قسم جي ڪا چولي نه هئي! ڪو ننڍرو ڏبو پاڻيءَ جو به نه هو. ڪيس محسوس ٿيو ته انهن ۾ سمنڊ جُڙي رهيو آهي ۽ انهن ئي اکين ۾ ڪيترائي پهاڙ وجود وٺي رهيا آهن ۽ پوءِ هڪ ڏينهن هن پنهنجي پيڻ جي سيني ڏانهن ڏٺو ته پاسيائينءَ اکين واري سمنڊ ۾ سرجندڙ پهاڙ سندم پيڻ جي سيني مان جهاتيون پائي رهيا آهن .... اهو منظر ڏسي هن کي آهستي آهستي پنهنجي ڇاتيءَ ۾ خارش ٿيڻ لڳي .... هن پوءِ پنهنجين نگاهن کي انهن پهاڙن جي ڏسڻ کان مورڳو ئي پلي ڇڏيو هو جو ڪيس گمان هو ته انهن جي ڏسڻ سان ئي ڪيس شايد اهو مرض لاحق ٿي ويو آهي ....! نه ڏسڻ باوجود به اهو مرض تهائين وڌي رهيو هوس.....!!

هن کي هڪ ڏهاڙي وات ويندي آرسيءَ جو ڀڳل ٽڪرو هٿ اچي ويو.... هن اهو ٽڪرو کڻي پنهنجن اکين آڏو آندو ته ڪيس پنهنجيون اکيون پيڻس جي اکين وانگيا ئي پاسيون ....!! هن اُتي زندگيءَ جي بازار کي تصور ۾ آندو .... ته اتي ڪيس رانديڪا ٽنگيل نظر نه آيا.... زندگيءَ جي بازار ۾ حسين چهرا هيڏانهن هوڏانهن اچ وڃ ڪري رهيا هئا ۽ ڪيتريون ئي نوجوان دليون رانديڪن جي جاءِ تي ٽنگيل نظر آيس .... هُن کي محسوس ٿيڻ لڳو هن جي دل به انهن ئي دلين سان گڏ رانديڪن جي جاءِ تي ٽنگيل آهي .... ان احساس سان ئي پوءِ ڇاتيءَ جي ٻنهي پاسي ڪاچيءَ جي اهڙي لهر پيدا ٿيس .... جو انهيءَ کي ڪنهندي ٽِڪ جو اهو ٽڪرو ڪانئس هٿ مان ڪري مٽيءَ ۾ ملي ويو.... اتي هن هڪ وڏو ڇرڪ به ڀريو.... پنهنجو پاڻ کي هاڻ هن زندگيءَ جي هٿ ۾ هڪ رانديڪي وانگيان محسوس ڪيو....! رانديڪن جي خواهش رکندڙ ماڻهو پاڻ رانديڪو بڻجي پوي. ائين ئي جيئَن ڪو چنڊ کي پائڻ جي تمنا ۾ پاڻ چانڊوڪي بڻجي پوي.....!!

هُن کي هاڻ هڪ رات جي تلاش هئي جنهن کي ستارن جو چولو پاتل هجي ۽ هن جي وجود جي چانڊوڪيءَ ان رات سان رقص ڪري.... هُو هڪ رات بس ايئن ئي ننڊ نہ ڪرڻ جي خيال سان پنهنجي بستري تي ليٽيو.... ننڊ هن کي اڇٽي هئي سا اچي وئي.... ڪيئي سپنا سنڌءِ اکين جي آڪاس ۾محو پرواز هئا.... هُن ڏٺو تہ هُو هڪ اهڙي وينگس ڊريسر جي هٿ ۾ هڪ اهڙو "نشتر" هو جيڪو زندگيءَ جا زخم وڏيڪ گهرا ڪري رهيو هو.... زندگيءَ جي نس نس مان رت سَمي رهيو هو.... هن کي لڳو تہ اهو ڪيترن ئي اينڊڙ نوجوان نسلن جو رت آهي! هن ٻئي هٿ آڏا ڏئي اهو رت بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.... ۽ وينگس کي وينتي ڪيائين: "خدارا آءٌ تنهنجي هٿن جو نشتر نہ ٿو بڻجڻ چاهيان.... آءٌ چانڊوڪي ضرور هوس پر اهڙي نہ جيڪا اينڊڙ نسلن لاءِ غلط روايت ڇڏي اونداهيون پکيڙي وڃي.... آءٌ پوياں روشني ڇڏي وڃڻ ٿو چاهيان! هڪ اهڙي روشني جنهن سان منهنجو سارو ڏيهہ جڳمڳائي....! آءٌ پهريان ٻار هوس جنهن کي رانديڪن جي تمنا هئي، پوءِ اهي رانديڪا بہ گولين جي شڪل ۾ ئي ڇو نہ هجن....؟! شڪر ٿيو جو اهي اهڙي قسم جا رانديڪا هِتي يا هُتي مون کي نظر ڪونہ آيا.... ڇاڪاڻ تہ آءٌ هڪ اهڙي سرزمين تي ڄميو هوس جنهن کي صوفين ۽ درويشن جي ڌرتي چيو ويندو آهي. ٻڌين پئي وينگس! آءٌ هڪڙو نہ پيو ڳالهايان.... هڪ جڻ پورو نسل پيو ڳالهائي.... جنهن سان ڪيتري نہ ويڌن ٿي چڪي آهي....؟!! فلسطين جي سرزمين جي نسلن وانگيان جن کي يهودي ڳڙڪائي هضم ڪري ويا.... جيئن منهنجي خواهش آهي تہ آءٌ نوجوان نسل لاءِ هڪ مثال قائم ڪري وڃان.... ائين توکي بہ ٻين وينگسن لاءِ مثال ڇڏي وڃڻ کپي.... آءٌ اهڙي پل نہ ٿو بڻجڻ چاهيان ۽ نہ ئي تون بہ بڻج. جتان ڪيئي مجرم سولائيءَ سان لنگهي وڃن.... گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي مٿان هڪ اهڙو بورڊ ضرور هئڻ کپي تہ رڳو خوابن ۽ رومانس ۾ نہ جيئو پر حقيقي زندگيءَ کي بہ خوب درست حوالي سان انجواءِ ڪيو...." وينگس اهو ٻڌي هڪ وڏو ٺهڪ ڏئي ٿي تہ هن جون اکيون کلي وڃن ٿيون.... هو آسپاس ڏسي ٿو اها عورت تہ ڪيس نظر نہ آئي پر پيڊس سنڌس ڪٽ جي پير ۾ رکيل ٽيبل تي چانهہ جو ڪپ ۽ پاڻيءَ جو گلاس آڏي رکيو....

هو اکيون مهٽي وري هڪ پيرو پيڊس ڏي ڏسي ٿو.... هن کي پيڻ

جي چاتيءَ ۾ اڀي ڪان وڏا اوچي اوچي ڳاٽ ۾ پهاڙ نظر ٿا اچن ....! پل لاءِ سوچي ٿو ”انهن پهاڙن تي بہ ڪڏهن بادل برسندا، زندگيءَ جا ڪارونجهر ڪڏهن اجا رهيا آهن .... ”جيتوڻيڪ هو پاڻ ننڊي لاڪون رانديڪن جي لاءِ اُڃو رهجي ويو....

هن کي پوءِ پنهنجي روزگار جي سوچ آئي جو ڪجهہ مهينا پهرين ئي هڪ آفيس ۾ چوڪيدار طور ڀرتي ٿيو هو.... ايمانداريءَ سان ڊيوٽي جي ادائگي هن جو معمول هو ۽ هيڏانهن گهر ۾ پهاڙن جي پڪار ٻڌندي هڪ ٻي چوڪيداري بہ مٿس عائد ٿي وئي تہ ڪٿي اٽائي سٽائي مند کو وسڪارو نہ وسائي وڃي....؟! هن چانهہ پيئندي سوچن ۾ پاڻ کي هڪ ڪوپ وانگر محسوس ڪيو. گرم گرم چانهہ سندس وجود کي آويءَ جيان اندر ئي اندر جلائي رهي هئي .... ان کي بہ هيڪر هن لنوائي ڇڏڻ چاهيو جو جلاءُ بہ زندگيءَ جو حصو هو.... پر هن لاءِ اُن خواب وارو جلاءُ ڏاڍو ڏکيو هو جنهن ۾ هو هڪ وينگس ڊريسر جي هٽ ۾ ”نشتر“ جيان هو ۽ نشتر زندگيءَ جي زخم کي گهرو ٻڻائي رهيو هو....البتہ هن لاءِ پنهنجي ئي طرفان ڳالهايل اهي جملا آئٽ پريا هئا.جن ۾ هن چيو تہ هو هڪ پورو نسل هو جنهن جي زخم مان رت وهي رهيو هو. هن کي ياد آيو تہ زندگيءَ جي ڪنهن موڙ تي سندس اها سوچ هئي تہ هُو هڪ ئي وقت ڪيترين ئي وينگسن جي مٿي جو رئو ۽ مردن جي پٽڪن جي ورن جو هڪ ور بہ هو جيڪي سندس سوچ جي خوابگاهہ مان اڪيون مهٽي اٿي پيا هئا ۽ هو انهن کي هڪ باشعور نوجوان جي اک سان ڏسي رهيو هو.... وقت گذرندي وچ ۾ هو حادثاتي طور الائجي تہ ڪيئن شادي شده بہ ٿي ويو هو....!! ۽ پيٽس جنهن جي چاتيءَ مان ليئا وجهندڙ پهاڙن تي بادل برسڻا هئا. سا اوچتو ئي اوچتو پاڻ بادل ٿي وئي هئي .... هن پڪ ڪرڻ لاءِ تہ پيٽس هتي ڪٿي ضرور هوندي! اکيون مهٽي آسپاس نهاريو.... پوءِ ڪمري مان نڪري پري پري تائين ڏسڻ لڳو! آڪاش ۾ ڏنائين اتي ڪوبہ ڪڪر ڪونہ هئو ۽ نہ ئي ڪو پهاڙ....؟ هن جي وجود جو صحرا چوطرف! هُو اهو ڏسي هڪ وڏي اوچنگار ڏئي روئڻ لڳو هر طرف کان روئڻ جا پڙاڏا سندس ڪنن سان ٽڪرائڻ لڳا..... ۽ هُو پنهنجي ور مان نشتر ڪڍي زندگيءَ جي زخم کي وڏيڪ گهرو ڪندو روئيندو رهيو!!!

O

# امان درياھہ ٿو اچي؟

زندگي..... مايوس ..... ويران ..... اُداس پوءِ بہ زندگي! ماڻھن جي چھرن تي مايوسي ..... انتھائي اداس ..... ھاڻ ڇا ٿيندو .....؟! ”پاڻي جي سُرڪيءَ لاءِ سڪياسين ٿي ..... ھاڻ تہ ”دھشت دم درياھہ ۾، ڪُنن جو ڪڙڪو .....“ ڪنھن ڪي گمان ۾ ھو تہ درياھہ شاھہ ائين وھندو ..... جو ڪچو ٻوڙي اچي پڪي سان پريتون جوڙيندو..... بابا سنبرو پاڻي آيو ڪي آيو پاڻ وارن پٻن ڪي پائڻ .....! زندگيءَ پوءِ بہ زندگي ڪچا اگر ڪري بہ پيا تہ مڙئي خير آھي ..... ٻانھن ۾ ٻل ھوندو تہ وري جڙي ئي پوندا ..... اڙي ڪڍو ٽپڙ ٽاڙي جيڪي ڪڍي سگھو .....سر سان سِر لڳي..... ھلو ..... ھلو.....ھلو.....!!“

چوطرف ماڻھن ۾ ڀاڄ ..... حيرت مان ھڪ ٻئي ڪان پڇ پڇان ”اڙي ڇورا! سنڌو تہ سُڪو ٺوٺ لڳو پيو ھو ..... پوءِ لھرون لس ليٽ ڪنديون ڪٿان ڪاھي آيون .....؟! ھاڻ تہ ٻڏون ٿا سڪر بئراج بہ ويو پيو آھي ..... “ ”اڙي ادا! ائين نہ چئو ..... اياڳي ٻولي نہ اور ..... سڪر بئراج توڙي گڊو ۽ ڪوٽڙي اسان جي جياپي جا اھڃاڻ ..... مولا ڪندو تہ پاڻي پار تي ويندو انھن بئراجن مان بنان ڪنھن ھاڃي جي ..... ڪنھن ٻئي چيو ”ھا ادا! تون سچ ٿو چئين ..... ڪيترا ورھيہ اڳ سنڌو ۾ سانوڻيون آيون ھيون ..... پر اھي بئراج بچي ويا ھئا..... “ ٽئين وچ ۾ ڳالھايو چوٿين ھمراہ وري ڪين حسرت مان نھاريندي آکيو“ ۽ اسان .....“ زندگيءَ حيرت جو درياھہ جنھن ۾

ڪيترائي جيوَ ٻڏندي ۽ ترندي هڪ ٻئي کان پيا حال احوال وٺن پنهنجي ۽ پنهنجي ٻارن ٻچن ۽ مال ملڪيت جي ڳڻتيءَ ۾ ڳھن .....

سنڌو جو سڪل پيٽ جڏهن ڪين اوچتو ياد اچي تڏهن مالڪ جي مهر تي ڪن پل لاءِ خوشين هاڻا لڙڪ بہ لاڙي وٺن. " ڏيهن جو ڏاتار سنڌو سدائين سائو ستابو هجي ..... شال نہ هي اکيون ڪيس سڪل ڏسن....." سنڌو ڪي سدائين سائو ستابو ڏسڻ لاءِ دعائن مٿي دعائون پيا گهرن .....!! وري بہ ٻار ٻچا، مايون مرد، پوڙها پڪا ۽ جاننا جوان سڀ حراس ۾..... چاڪاڻ تہ جياپي جو ذريعو پاڻي اڄ ٻوڙڻ پيو اچي .....! هنن پنهنجن نسلن لاءِ الاءِ تہ ڪيترا خواب ڏٺا هئا .....؟! زندگيءَ جي شادابي جا خواب ..... علمي آگهيءَ جا خواب ..... درسگاهون اڏڻ ۽ انهن ۾ علمي شمعون جلائڻ جا خواب..... پنهنجا ويران ٿيل کيت وري وسائڻ جا خواب ..... هنن کي پڪ هئي تہ پاڻي ائين نہ ڪندو ..... سنئين واٽ وٺي اسان جي خوابن جي ساپيان جو سرچشمو بڻجندو ..... پر افسوس! تہ ائين نہ ٿي سگهيو ٿوڙي بندٺتي ويو ..... يا ٿوڙيو ويو.... "زميندار پنهنجون زمينون ۽ فصل بچائڻ ۾ پورا ..... انهن کي پنهنجن ٻارن ٻچن جو ڪوبہ اُلڪو وغيره نہ ..... ڪراچيءَ جي پوش علائقن ۾ انهن جا بنگلا ۽ سريتون ..... سنڌوءَ کي پنهنجن زمينن کان ٻئي پاسي ڪٽ ڏئي پنهنجا فصل فرڙا بچائي ..... وڃي بنگلن پيڙا ٿيندا ..... هي زميندار ۽ وڏيرا غريبن جي نسلن کي لوڙهڻ ٿا گهرن ..... هنن جي من ۾ ڪڏهن سٺائي سوچ آئي ئي ناهي ..... ؟! هنن ڪڏهن گهريو آهي تہ سندن بنگلي جي پر ۾ غريب جي جهوپڙي بہ هجي..... ۽ ان جهوپڙيءَ مان هڪ باهوش نسل تيار ٿي سامهون اچي..... ۽ جيڪڏهن اهڙو نسل تيار بہ ٿي اچي تہ هوند هنن جون ننڊون ئي حرام ڪري ڇڏي .....! شابس هجي ڪشنچند بيوس کي جنهن ڪيترائي ورهيہ اڳ غريباڻي جهوپڙيءَ لاءِ پنهنجي شاعريءَ ۾ دعا گهري " الا! جُهري مہ شال، غريباڻي جهوپڙي ....." هاءِ هاءِ سنڌو ..... تنهنجي سانوڻين تان سر قربان پر ائين نہ ڪر..... اسان جا بہ

سنها ٻچا آهن، انهن تي ڪهل ڪر..... اسان جا ٻـ ڪي خواب آهن جيڪي اسان انهن ٻچڙن جي نيڻن ۾ ٽمڪندي ڏٺا آهن ..... او سنڌو! تو اسان جي عظيم تهذيب کي جنم ڏنو ..... موئن جي دڙي واري عظيم تهذيب کي ..... اسان ڪي سڃاڻ! اسان ان تهذيب جا وارث آهيون ..... اسان کي ٻوڙ نـ! اسان ئي رگ ويد جا اهي رشي آهيون..... جن رگ ويد جي شعرن کي رچيندي تنهنجي ساراهـ جا گيت ڳاتا ..... سنڌو! پنهنجي جوش کي مانو ڪر! هنن وڏن زميندارن جي چال کي سمجهـ ..... تون تـ اسان کي نـ ٻوڙ سنڌو!“

وارو..... او..... وارو..... سوچيو پوءِ پاڻي اچي ويو..... ولوءَ جو پٽ پاڻيءَ ۾ لڙهندو وڃي. .....ان کي ڪڍو ..... وارو ..... ڙي ..... وارو.....“ هڪڙو ٻئي کان ٿو پڇي: ”يلا ولو پاڻ ڪيڏانهن ويو؟!“ ” هو ٻني ڏانهن نڪري ويو هو ..... خدا ڪري هُو سٺائو موٽي.....“ ٻئي وراڻيس انهن ئي لمحن ۾ ولو گوڏي جيتري پاڻيءَ مان پريان ڪاهيندو اچي ولوءَ جي پٽ سوڍي کي پاڻيءَ مان ڪڍي ڪناري ڪيو اٿن..... ۽ وڏي آواز ۾ پيا واڪين“ ولو ور تو وارو سوڍو ساهـ ڏئي ويو.....!!“ سوڍل ماءُ جون اڀ ڏاريندڙ ريهون ..... او سوڍل منهنجا ساهـ سيباڻا سوڍل ..... ڪجهـ تـ ڳالهاءِ ..... تنهنجو رانديڪو آسائتو تنهنجي طهر واريءَ گوڏ آسائتي ..... موڙ آسائتا..... مينديون آسائتيون..... او منهنجا سوڍل ايڏو تڪڙو نـ وڃين ها ..... منهنجي ڪائنات ۾ قهر ٿي ويو..... سوڍل او سوڍل! ٿوري ورندي ڏي .....منهنجي نيڻن جي سنڌو کي ڏس ..... اِن ڪان اڳي جو ڳوٺن جا ڳوٺ ۽ شهرن جا شهر اجڙن ..... هن اڀاڳي جي اجڙيل ڪائنات ڏس ..... منهنجا سوڍل .....!!“ سوڍل جو بي ساهو وجود ڪا بـ ورندي نـ ٿو ڏئي ..... ولوءَ جي وات مان بـ اوسارون ۽ اولاڻا ..... ”سهڻا سوڍل مون تـ توکي هاڻ ئي اسڪول ۾ مُڪو هو تـ هوند پڙهي ڪي پنهنجن جا اهنج گهٽائيندين ..... ڪنهن سٺي عهدي تي پهچندين ..... ابا سوڍل! هيءُ تنهنجي وڃڻ جي ويل تـ نـ هئي .....“ ۽ پوءِ ولوءَ تي بي هوشيءَ جا دورا!! سوڍل ماءُ بـ جهڙوڪر سڪرات ۾.....!! ماڻهن جي

احساسن ۾ اُڇل....“ اجا تہ ڪيتريون ئي مائرون پٽن جي سوڳ ۾ سڙنديون ..... ۽ ڪيترين سهاڳڻين جا سهاڳ اجڙندا.....؟! سنڌوءَ ۾ چاڙهہ ڏينهو ڏينهن سرس آهي ..... ڪُنن جا ڪڙڪا آهن ..... اجهل سنڌوءَ جون لهرون چون ٿيون تہ چڙيو تہ هتان نڪرون ..... پڪي جي پار ڏي ..... خاصن لوڪن کي خبر پوڻ تہ سُڪا پيٽ ڪيئن ساوا ٿيندا آهن ..... ؟! وارو ..... ڙي ..... وارو نڪرو ...... هاڻ تہ پاڻي گوڏن کان مٿي چڙهندو وڃي.....!

ننڍين ٻارن ۾ ڪيهاٽ ..... انهن کان ٿورو وڏڙا ٻار حراس ۾ ..... پنهنجن مائرن ۽ پيئرن کان پيا پُڇن: ”او امان..... ابا اسان تہ ولوءَ جي پٽ وانگر ڪونہ ٻڏنداسين.....؟! اسان جا پتڪڙا رانديڪا بہ اسان وانگر سنڀارجوءِ ..... متان اهي لڙهي وڃن.....“

”ابا شل اهڙو اپاڳو ڏينهن نہ اچي ..... وڏي ڄمار ماڻيو ..... خدا نہ ڪري ولوءَ جي پٽ وانگر ..... اهڙي وائي نہ ڪريو ابا .....!!؟“

”امان پلا هي پاڻي اچي ڪٿان پيو.....؟! ”ابا پاڻي ڪونہ پيو اچي درياهہ ٿو اچي“ ”سچ ٻڌاءِ امان! درياهہ ٿو اچي“

”ها پٽ! درياه ٿو اچي! اهو درياه جيڪو ڪيترائي سال سڪو پڙيانگ ٿيو پيو هو..... اهو درياهہ ٿو اچي .....!! “ ” هان تڏهن درياهہ ٿو اچي.....“ پوءِ هُو سيئي گڏجي ڳائڻ ٿا شروع ڪري ڏين بابا درياهہ ٿو اچي ..... امان درياهہ ٿو اچي..... بابا درياهہ ٿو اچي امان درياهہ ٿو اچي.....“

سڀ ماڻهو ٻارين ٻچين ڍڳن ڍورن ۽ مال ملڪيت سميت (جيڪو ڪجهہ ڪٺي ٿي سگهيا) ڪٺي پنهنجن اباڻن ڪکن کي الوداع ڪري... نڪرن ٿا! سندن سماعتن تي ٻارن جي آوازن جو اجا بہ پڙاڏو پيو گونجي ..... بابا درياهہ ٿو اچي امان درياهہ ٿو اچي ..... امان درياهہ ٿو اچي ..... امان درياهہ ٿو اچي.....!!



# اکيون آرزوئون

”هر ڪا اک پنهنجي وضاحت پاڻ هوندي آهي، ڪي ڪي سوال پيدا ئي تڏهن ٿيندا آهن جڏهن انهن جا جواب نہ ملي سگهندا آهن.“

هُن دل ئي دل ۾ احساسن جي ناوَ تي سوار ٿي سوچڻ شروع ڪيو سوچون جيڪي سونيءَ زنجير جيان هيون سوني زنجير جي چمڪ ڪيڏي نہ ڪشش واري هوندي آهي .....!! ماڻهوءَ ڪي پاڻ ڏانهن چقمق وانگيا ڇڪيندي آهي اها ..... ”سوني زنجير ۾ سونو لاڪيٽ بہ تہ پنهنجي وضاحت پاڻ هوندا آهن“ ٻن آڱرين جي وچ ۾ جهليل سگريٽ ڪي چپن تي آڻي هن ڪش هڻي وري سوچيو. ڊرائنگ روم ۾ ويٺي سندس نظرون دروازي ڏانهن ڪجيون. پوءِ درين ڏانهن ..... درين جو سونهري يا بسڪيٽي ڪلر سندس اکين ۾ اوتجي ويو ڄڻ! ديوارن جو گيڙو – رتو رنگ بہ سندس اکين جي اسڪرين تي محو رقص ..... ۽ پوءِ درين ۾ لڳل شيشا سندءِ نظرن ۾ احساسن جي فوڪس ۾..... ” اهي شيشا ڪيڏي فنڪاري سان جوڙي فٽ ڪيا ويا آهن انهن شيشن مان ٻاهر ليئو پائجي تہ منظر ئي ٻيا ڏسڻ ۾ اچن ..... دوربين ۾ لڳل لينس بہ تہ هڪ شيشو ئي آهي، پر اهو نندين شين کي ڪيئن نہ وڏو ڪري ڏيکاري ٿو ..... اهو ان شيشي جو ڪمال آهي يا اسان جي اک دوکو کائي ٿي ..... نہ رڳو اک پر اڪثر دل بہ دوکو کائي ويهي ٿي“ هن گهري سوچ مان نڪرندي وري بہ درين جي شيشن ڏانهن ڏٺو..... جن تان سرڪيل ريشمي پردا ڄڻ سلوار جي چوندٻيل سرن وانگيا هڪ ٻئي ۾ جڪڙيل هئا. هن جي سوچ اچانڪ اڇل کائي هڪ وينگس جي تصور ۾ درين مان ٻاهر ليئا وجهڻ لڳي ..... شيشا رنگين ..... سوچ رنگين ..... لباس

رنگين ..... هر منظر رنگين ..... ٻاهر جي دنيا اندر ۾ اُهاءُ ڪرڻ لڳي ..... هُو چڻ ڏسي رهيو هو ڪيس جيڪا رنگين شيشن مان ٻاهر ڏسي رهي هئي.

”هر ڪا اک پنهنجي وضاحت پاڻ هوندي آهي مون هن کي پهرئين وار ائين ڪونہ ڏٺو هو جيئن هينئر آءٌ ڪيس ڏسان ٿو اڳ بہ تہ مون ڪيس دوانديشي واري دوربين مان ڏٺو هئو..... پر الائجي تہ ڇو هوءَ ننڍي نظر آئي هئي! تہ پوءِ .....!؟“ سنڌءِ من جي غفائن مان هڪ ٻئي سوال ڪاريهر جيان ڪر ڪنيو. اهو سوال پنهنجي ئي جوهر ۾ هڪ جواب هئو..... تہ ”ڪي ڪي سوال پيدائي تڏهن ٿيندا آهن جڏهن انهن جا جواب نہ ملي سگهندا آهن“

هن کي تڏهن محسوس ٿيو هو تہ ننڍيون شيون واقعي ئي ڏهاڳ ڏينديون آهن ۽ اهي وڏيون نہ ٿي سگهنديون آهن. مٿان وري هُن اهو بہ سوچيو هئو .....“ ٿي سگهي ٿو ..... ٻي ڪنهن اک کي هوءَ وڏي نظر آئي هجي .....“ تڏهن سندس سوچ ڄڻ زخمجي پئي هئي ڪنهن آهيڙيءَ هٿان زخميل پکي جيان! زخمجي بہ ڇو نہ ها؟! آخر سنڌءِ نينهن ڪن نيڻن تي اجاره داري جو دعويدار هئو تڏهن اک ڇنڀ ۾ پنهنجي هانوَ تي هٿ رکي ڪٽي ورتو هئائين. هانوَ ۾ دل ڄڻ تتل صحرا ۾ ڊوڙندڙ ڪنهن هرڻ جيان پياسيس! هُو پاڻ جيون جي صحرا ۾ تڏهن ڏاڍو ڊڪيو هئو.....هُن ڊُڪڻ ۽ نہ ڊُڪڻ ۾ ڪوبہ فرق نہ پاتو هئو. ائين ئي جيئڻ ۽ نہ جيئڻ ۾ ڪي ماڻهو فرق نہ ڪري سگهندا آهن. هن لاءِ پوئين گذريل جيون جي شاهراه ۾ سايون ۽ ڳاڙهيون بتيون ٻئي برابر هيون ..... سائي ٻري تہ ڇا جي ڳاڙهي ٻري تہ ڇا؟! پر اتساهہ اڃا باقي هوس ..... پنهنجو پاڻ ڇيو هئائين ”ناڪاميون ئي تہ ڪاميابين جا دروازا کوليندڙيون آهن.“ ۽ پوءِ هُو سچ پچ ناڪامين جي پويان ڊوڙڻ لڳو هئو .....۽ نہ بہ لڳو هئو ڇاڪاڻ تہ اميد اڃا زندهہ هوس جيڪا سنڌءِ اکين جي ڍنڍ ۾ ڪنهن ٻيڙي جيان تري رهي هئي. هوندئن بہ ڏسجي تہ اميد شيءِ ئي اهڙي آهي جيڪا جياري بہ ٿي تہ ماري بہ ٿي دريءَ وٽ پنهنجا سونهري وار ڇوڙي بيٺل وينگس! (سوچ) بہ ائين ئي ڪيس جياري رهي هئي ۽ هُو جي رهيو هئو! پوئين گذاريل لمحن پهرن، ڏينهن، مهينن ۽ سالن جا ٽڪ وسري ويا هوس“ آسپاس کان بي نياز ٿي جيئڻ ۾ ڪيڏو لطف آهي) هي منظر، هي لمحا ڪيڏا نہ امر آهن ڪاش! مون وٽ جادوءَ واري عسا

هجي تہ انهن منظرن ۾ لمحن کي قيد ڪري ڇڏيان ..... تڏهن هوءَ ڪنهن بہ سبب ڪري ننڊي هئي. تمام ننڊي ۾ هاڻ هنن منظرن ۾ لمحن مان ڪو ڪيس چورائي نہ ٿو سگهي) هن اهو سوچي گهرو ساهہ کنيو. وينگس ٻاهران نظرون چورائي دلبند ادا سان ڇڻ ڪيس گهوريو..... اوچتو پيرن جي ٺڪ ٺڪ تي هن نظرون دريءَ وٽان هٽايون تہ سامهون جوٽس بيٺي هئي، هن کي ڏسي ڪانئس وڏو ٿهڪ نڪري ويو..... پوءِ دري ڏانهن ڏٺائين اتي ڪوبہ نہ هو کليل درين جا ريشمي پردا لڏي رهيا هئا ۽ ڪمري اندر تازي هوا داخل ٿي رهي هئي.....



# اُپٽيان تہ انڌيون ....!!

هُن هيڪر اکيون اپٽيون .... ڪمري جي ڇت ۾ گهورياٸين ....! هڪ ڪوريئڙو پنهنجي ئي اٽيل ڄار مان جندآجي ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيو هو. هُن ڪڏهن اهو بہ ڏٺو هو تہ ان ئي ڪوريئڙي ڪنهن وقت ۾ ڪن اوچتو اڏامي ايندڙ جيتن، مکين ۽ مڇرن کي ان ئي ڄار ۾ سوگهو ٿي ڪيو .... پر اڄ....؟!

هُن جون اکيون وري بي اختيار پورجي ويون .... ننڊ اها محبوبا آهي جيڪا پنهنجن زلفن جي ڇانو ۾ ڪيترن ئي زندگيءَ جي ٿڪايلن جا ٿڪ لاهيندي آهي. اکيون پوريندي هن جي وجود مان زندگيءَ جا ٿڪ ڇڻ پکين جيان ولر ڪري اڏامڻ لڳا .... پر پوءِ سٽت ئي سجاڳيءَ سور آڇيندي اکيون اپٽائي وڌس .... ”اپٽيان تہ انڌيون، پوريان پرين پسن“

مٿي ڇت ۾ نهاريندي شاهہ جي سٽ اچارياٸين. مٿي هاڻ ڪوريئڙو نظر نہ آيس ۽ نہ ئي ڪوريئڙي جو ڄار....؟!“ ”پڙسان ڪي پل اڳ مون اهو منظر ڏٺو اهو حقيقي هو يا خيالي ....؟!“ هُو پنهنجي ساڄي هٿ جي ڇڱن آڱرين کي ڏندن جي وچ ۾ ڏيندي سوچيندو رهيو .... ان ئي سوچ واري ڪڙيءَ ۾ ٻي ڪا سوچ بہ اچي سلهڙي، بيمار پاڙيسريءَ کي جڏهن آءٌ ڏسڻ ويو هوس .... چيو هئاٸين ؛ ادا! حال ناهي .... هاڻ تہ وقت کي ياد ڪيون ٿا، اهو وقت جيڪو ٻاروتڻ، نوجوانيءَ ۽ جوانيءَ ۾ گهاريوسين .... اهو وقت بہ ڇڻ سنڌو هئو! سنڌو جنهن ۾ لهرون لس ليٽ هيون .... هاڻ ٻڌون ٿا تہ سنڌو بہ خشڪ نوٽ ٿيندو پيو وڃي .... الائجي تہ ڪهڙي اپاڳي نظر لڳس ابا! ۽ پوءِ اکيون ٻوٽي بي پرواهہ ٿي سڪرات جي سائي ۾ هليو ويو هو .... سڪرات جيڪا ڪيترن ئي سرين مان ساهہ نڪرڻ کان اڳ وارد ٿيندي آهي جيستاٸين سرير مان ساهہ نڪري ئي نڪري ماٺهو ان کي پوڳيندو

رهندو آهي .... ان پوڳنا جي ڪيفيت ڀلا ڪهڙي هوندي .... ؟!“ سوچيندي ۽ پنهنجو پاڻ سوال اٿاريندي هن جون اکيون وري ٻوٽجي ويون .... ڇڻ هُو سڪرات ۾ هليو ويو هجي .... ان جي پوڳنا واري ڪيفيت کي محسوسڻ لاءِ.....!!

ڪمري ۾ ٻرندڙ انرجي سيوَر بلب خود ”انرجي“ جي زندگيءَ وڌائڻ لاءِ ڪوشان آهي لڳي ائين ٿو تہ ڄڻ ملڪ جي زندگيءَ بہ ان ئي انرجي سان مشروط هجي جيڪا انرجي اهو سيوَر بچائي رهيو آهي. ائين پنهنجي زندگيءَ جو هر شيءَ کي اونو ۾ الڪو رهي ٿو. پر هو تہ ان جي ابتڙ سوچي رهيو هو. شايد پنهنجو پاڻ مرڻ لاءِ ئي سڪرات جي پوڳنا جي سڌ هوس.

پنهنجي پاڙيسريءَ کي جيئن ئي هو ڏسي آيو هو ان پڇاڻان تہ هن جون ڪيفيتون ئي اوٻريون ٿي ويون هيون گهر واريءَ ڳلي کان ويندي چاندني چوڪ تائين ۽ اتان هلندي غريب آباد تائين روڊن رستن تي هر شيءَ سندس نظر ۾ ڄڻ سڪرات ۾ هئي ....!! تصور ئي تصور ۾ نہ مرڻ ۽ نہ جيئڻ وارو جهان! خودڪش حملي آورن جون منڍيون ۽ انهن هٿان مارجي ويل ماڻهن جا مسخ ٿيل چهرا ۽ وجود اخبارن ۾ ڇپيل ڏسي هانو ئي هاربو ويچيس ....

هن وري اکيون کولي مٿي نهاريو تہ محسوس ٿيس ڪو خطرناڪ چهري وارو شخص مٿانئس گهوري رهيو آهي ....!! ” هي ڪير آهي هن وقت؟“ سندءِ ڪيفيتن پاڻ ۾ سُس پُس ڪئي .... هُن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر اُٿي نہ سگهيو. هن جي اٿي نہ سگهڻ جو سبب خوف هو.... هن ان خوفناڪ چهري واري شخص کان نظرون چورائي آسپاس ڪمري ۾ ڏٺو....

جوڻس، سندس تي پنڙا ۽ بہ ڏيئرون آرام ۽ سڪون سان ڏار سمهيل هئا. هن ڪمري جي ڏاکڻئين دروازي واري ديوار جي مٿئين حصي ڏانهن ڏٺو جتي گهڙيال پنهنجن ڪانٽن جي هلڻ مان پيدا ٿيندڙ آواز ۾ ٻڌائي رهيو هو تہ انسان جي زندگيءَ پل، سيڪنڊ، منٽ، ڪلاڪ ۽ ڏينهن رات تي ڪيئن گذري رهي آهي ....؟! ۽ تہ ڪالهہ جيڪو گذري ويو ۽ اڄ جيڪو گذري ويندو اهي ساڳيا وري زندگيءَ ۾ نہ ايندا ....!! هن اتان وري نگاهہ ڦيرائي جوڻس کي ڏٺو بلڪل پرسڪون ڪيس ڪن لاءِ محسوس ٿيو ”ڄڻ هوءَ

سڪرات واري پوڳنا مان حظ حاصل ڪندي هجي ....“ ننڊ کي سڪرات سان ڀيٽڻ بہ هن جي سوچ جو هڪ انداز هو ....! هن جواهو خيال بہ هو تہ ماڻهو ساري ڄمار جيڪي ڪجهہ ڀوڳي ٿو.... سور ۽ صدما سهي ٿو.... جوڀن جوانيءَ ۾ مزا وٺي ٿو. حياتيءَ جي آخري حصي ۾ هي سڀ ڪيس ياد اچن ٿا ۽ ائين اوچتو ئي اوچتو هُو سڪرات ۾ هليو ويندو آهي ....

هن هاڻ هڪ ڀيرو ڀيهر ست ساري پنهنجي مٿان بيٺل شخص ڏانهن ڏٺو .... تہ اهو ڪيس اُتي نظر نہ آيو....!! ”اڙي پڙسان1 هي وري ڇا....؟! اهو خطرناڪ ڇهري وارو شخص ويو ڪيڏانهن ....؟! ”هُو ڀڙڪو ڏئي اٿي ويهي رهيو... گهڙيال ۾ گهوريندي وقت ڏٺائين ”وڄ پيڙسان رات جو هڪ! تهہ سياري جي رات ڪڏهن ٿي گذري....؟! اجا بہ ڇهہ ڪلاڪ ڪپن .... ”سوچن ئي سوچن ۾ هن وري جوٽس ۽ ٻارڙن ڏانهن ڏٺو.... ٻارڙن ڏانهن ڏسندي ڪيس پنهنجو ”ٻالڪپڻو“ ياد آيو ۽ اهي رانديون بہ جيڪي هن ان وهيءَ ۾ وندرندي ڪيڏيون هيون .... ان سان گڏ هُو دل ۾ تيز ڏڪ ڏڪ محسوس ڪري رهيو هو! ٻالڪپڻي وارو سونهانو سمو ياد ڪري جڻ هُو وڏي ويل دل جي ڏڪ ڏڪ ۾ توازن آڻڻ پيو گهري! خطرناڪ ڇهري وارو شخص اجا بہ ڪيس ڪٽڪي رهيو هو تہ اهو هتي هتي ضرور هوندو....؟! هُو اهو خوف ساڻ کڻي پنهنجو بيڊ ڇڏي اچي جوٽس واري بستري تي سنڌءِ پر ۾ ليٽيو .... تہ عجيب احساس واري واچوڙي ۾ ونگجي ويو.... هاڻ وري ڇت ۾ گهوريئين تہ اهوئي ڪوريئڙوڪيس نظر آيو پر اڳ جيان اهو پنهنجي ئي ڄار مان آزاد ٿيڻ واري چڪر ۾ نہ هو... اٿلندو هڪ اڏامي آيل جيتامڙي کي پنهنجي ڄار ۾ سوگهو ڪري رهيو هو .... هن اهو ڏسندي جوٽس کي ڀاڪر ۾ ڀري هڪ مٺي ڏني .... ٻي ....ٽين ۽ پوءِ ڪيس سڪون جي ننڊ اچي وئي....!!



## اڳيون موڙ مُڙڻ پڇاڻان . . .!!

تتي ڏينهن هُو گهر مان نڪتو هو.... سندءِ پاڇو ان ويل هُن جي پيرين پئجي رهيو هو .... جڻ منٿ ڪندو هجي : هيءُ ويلو گهر مان نڪرڻ جو ڪونهي، واپس هلي آرام ڪر! پر اهو ڏينهن شايد سندءِ آرام لاءِ نہ هو.... ۽ وڏي ڳالهہ تہ پوبان پنهنجي پيءُ ۽ نہ ئي ماءُ ڪي ٻڌايائين تہ دراصل هُو وڃي ڪيڏانهن رهيو هو ....؟! اڳ هو گهر مان جڏهن بہ ڪيڏانهن ويو ٿي تہ ٻڌائيندو ٿي ويو: اڄ هيڏانهن ٿو وڃان.... يا اڄ هوڏانهن ٿو وڃان.....!

مُرڪندڙ منهن مهانڊي وارو جوان، جنهن جي ڇهري ۾ جوانيءَ جو جوُالا مکي پئي اپاميو! پاڙي پتيءَ جا پکي سندءِ وجود جي وڻ مان واس وٺڻ جي لاءِ واهہ جو آتا هئا .... پر هو ڪين ڪنگهندو بہ ڪونہ هو.... سندن سپنن جي ڪائنات ۾ هُوئي هُو هئو....؟!

هُو جيڪو تتي ڏينهن گهر مان نڪتو هو.... دراصل هن کي پاڻ بہ ڪو پتو نہ هو تہ هُو وڃي ڪيڏانهن پيو.... ڪيس بس ايتري سُڌ هئي تہ هو وڃي پيو.... هن ويند ي ويندي ايترو ضرور سوچيو هوندو تہ ڪيس وکون انتهائي احتياط سان کڻڻيون پونديون .... نہ تہ هُو ڪٿي ٿاٻڙجي ڪِري نہ پئي .... يا ڪنهن ماڻهو سان اوچتو سندءِ ٽڪراءُ نہ ٿي وڃي .... يا اڳيان ڪو اهڙو ڪڏو يا ڪليل گٽر بہ اچي پيو سگهي جنهن ۾ هو ڏُو ڪري متان وڃي ڪري....

اهڙيون احتياطون سوچيندي بہ هُو الاءِ تہ ڇو وائڙو پئي ڏناٺو .... اهڙو وائڙو جڻ تہ هو ڪنهن بند گهٽيءَ ۾ اچي ڦاٿو هو.... جتان ڪنهن بہ گُذر جو ڪو امڪان نہ هو...!! آسمان مان سج هُن کي ائين پئي گهوريو جيئن ڀاڳيو ڪنهن شڪي ماڻهو کي گهوريندو آهي. سج جنهن مان باهہ جا اُلا پئي

نڪتا اهو البت هن کي ڪو دهشتگرد ئي محسوس پئي ٿيو .... جنهن کي
چڻ ماڻهن جي ماس جي تلاش هئي .... هن کي سوچ آئي ؛ ماڻهو جو ماس
پئي هر جِيوَ جي ماس کان ڪيڏو نہ سستو.... هاءِ ڙي زمانا تنهنجا رنگ! پوءِ
هن وقت جاچڻ خاطر پنهنجي اڳين ڪيسي مان موبائيل ڪڍي تہ اسڪرين
تي No space for new message لکيل ڏنائين ڏانهس ڪو ايس ايم-
ايس اچي رهيو هو. پر سندءِ موبائيل جي ان باڪس ۾ اسپيس نہ هئو.... هُن
کي هيڪار محسوس ٿيو تہ هاڻ هن دنيا ۾ ماڻهپي لاءِ بہ ڪو اسپيس ناهي
بچيو .... هن ان اسڪرين واري عبارت کي نظر انداز ڪري وقت ڏٺو ....
ڏينهن جو پورو هڪ وڄي رهيو هو .... هن پنهنجو پاڻ ڏانهن ڏٺو تہ پاڻ کي
بہ "هڪ" محسوس ڪيائين .... هڪ جنهن سان ٻيو ڪو ساڻ نہ هئو ....
سندءِ چندڊ چهرو پگهر ۾ ٽُب! اها پگهر هيٺ وهي سندءِ وجود کي وهنجاري
رهي هئي .... آسپاس ۾ الائجي تہ ڪيترا ماڻهو هئا جيڪي اچي ۽ وڃي
رهيا هئا .... پر هو پنهنجي معنيٰ ۾ "هڪ" هو جيڪو ٽڙڻ ٽا ڀڄڻ کان پاڻ
بچائي وڃي رهيو هو.

هن جي دل جي ڌڪ .... ڌڪ .... هاڻ وڌي رهي هئي ؛ " ايندڙ ميسيج
ڪهڙو ۽ ڪنهن جو ٿي سگهي ٿو ....؟! ڪٿي عاشق جو ميسيج نہ هجي
متان جيڪو ڪراچيءَ ڪمائڻ لاءِ ويل آهي .... نہ .... نہ ان جو نہ ٿو ٿي
سگهي .... عاشق فضول ميسيج تہ ڪنهن کي ڪندو ئي ناهي ....! ڪٿي
بابا جو نہ هجي! پيچڻ چاهيندو هجي تہ هينئر آءٌ ڪٿي هوندس؟! نہ ....
نہ .... بابا مون لاءِ ايترو فڪر مند نہ هوندو .... هن کي بخوبي سُڌ هوندي تہ
اڄي وانگيان آءٌ اڄ بہ خير سان واپس ئي وري ايندس ....

هن بهرحال ڪيترائي امڪان سوچيندي اِن باڪس واري فائل ۾ اڳ
آيل ايس – ايم – ايسز مان هڪڙو ميسيج زندگيءَ مان ڪنهن فصول وٿ
وانگيا مائنس ڪيو .... تہ نئين ميسيج سندءِ سماعتن ۾ اچي گهنٽي
وڄائي .... هن دل جي ڌڪ .... ڌڪ .... سان ميسيج جي مهورت ڪئي ....
جيڪو اڄاتل نمبر تان آيو هو .... " هڪ شخص جيڪو گهران ڏر ٽتيءَ جو
نڪتو آهي .... ڪيس خبر ئي نہ آهي تہ وڃي ڪيڏانهن رهيو آهي .... ان
شخص کي آءٌ التجا ڪندس تہ هُو واپس موٽي وڃي .... جونہ رڳو سندءِ

والدين پر پاڙي پتيءَ وارا بہ سخت پريشان آهن .... ڪراچي جهڙي سيچوئيشن ڪٿي بہ ورجائجي سگهي ٿي .... منهنجي التجا آهي تہ هُو ....!“

ميسيج جي مهورت ڪندي، هن جو وجود ئي لڏي ويو .... دل جي ڌڪ .... ڌڪ .... تهائين وڌي ويس ڪيس هيڪار سوچ آئي تہ موبائل کي ميدان تي مٿان ڪري هٽي ”ڪميٽي ڪٽان جي .... نئين نسل کي جيترو نفعو هن مان .... اوتروئي نفسياتي نقصان .... موسميات ڪاتي وارن وانگر مَاڻهن جو مٿو رولڻ واري .... موسميات وارا بہ هر سال ڪنهن نہ ڪنهن ساموندي طوفان جي پيا اڳڪٿي ڪندا .... ۽ هاڻ وري موبائيل .... “ پر پوءِ ماٺ ميٺ ۾ موبائل کي اڳئين ڪيسي ۾ ٿو وجهي ڇڏي .... ۽ سوچن جي سمونڊ ۾ ڪنهن پل غوطا کائيندو تہ ڪنهن پل ترندو اڳتي وڌندو ٿو وڃي .... ”اسان خلاف نفسياتي جنگ وڙهي پئي وڃي ڪراچيءَ ۾ قتل و غارت آهي .... اوهان کي اوڏانهن نہ وڃڻ کپي .... عاشق کي بہ ڪيترائي ميسيج آيا .... ڪراچي نہ وڃ .... پر جڏهن ڪراچي ويو .... ڏنڏي کي لڳو تہ ڇپائون جيترو جلدي ٿي سگهي .... اتان نِڪر .... نفسياتي جنگ هر ٻي جنگ کان وڌيڪ هيبتناڪ هوندي آهي .... شينهن پري کان ايندڙ هجي نہ هجي پر اسان کي جيڪڏهن ڪو چئي تہ بابلا! پريان کان ڪيهر شينهن گجگوڙ ڪندو اچي رهيو آهي .... تہ دهلجي ويندا سون .... ۽ ساهہ ئي مُٺ ۾ اچي ويندا .... عاشق جهڙن لکين جوانن ۽ لکين گهراڻن کي ڪراچي وڃڻ کپي .... نہ رڳو وڃڻ .... پر پنهنجي روزگار جا وسيلا بہ هٿ ڪرڻ کپن .... مون تہ بابا کي چيو هو جيڪڏهن ٻهراڙيءَ مان لڏون ئي ٿا تہ هلي ڪراچي وسايون .... پر افسوس! بابا منهنجي هڪ بہ نہ ٻڌي .... بابا ڪراچيءَ ۾ هاڻوڪي زماني ۾ لساني ڏرين وچ ۾ هلندڙ ڇڪتاڻ کان پيو ڊڄي ....“

هن کي هاڻ ٽنگن ۾ سور بہ وڌندو پئي ويو .... پر هن کي هلڻو هئو بنان ڪنهن سبب جي شايد! ۽ هن لاءِ اهو ضروري بہ نہ هو تہ ڪو سبب هجي تہ هلي .... نہ هجي تہ ڪٿي ويهي زندگيءَ جو ٽڪ ڀڃي .... زندگيءَ جو هُو هرويرو ٽڪايل بہ نہ هئو .... ڇاڪاڻ تہ هو جوان جو هئو .... البتہ هن کي پنهنجي حاصل ڪيل علم جي نتيجي ۾ پلئہ پيل ڊگرين ڪڏهن ٽڪايو

هجي .... تہ بہ ڳالھہ هئي يا ڪڏهن يونيورسٽيءَ پهچڻ لاءِ ڪنهن پوائنٽ بس جي انتظارجي پيڙا پلئہ پئي هجيس .... تہ اها علحده ڳالهہ هئي ....

هُو وري هڪ ڀيرو ڀيهر موبائيل سان منهان مُنهن ٿيو تہ وري بہ No Space for new message ئي پڙهڻو پيس ۽ ان عبارت جي مٿان لفافو ڪنهن ننڍي ٻار وانگيان لوڏ لُڏي رهيو هو. هن جي دل جي ڌڪ .... ڌڪ وري بہ وڌي وئي .... دل تي ساڄو هٿ رکيائين اها ڪيس ڄڻ ٻاهر نڪرندي محسوس ٿي رهي هئي .... ”ڪو مسئلو ڪونهي ڇري دل گهبراءِ نہ“ هن پنهنجي دل سان گڏ ڄڻ پنهنجو پاڻ کي آٿت ڏني .... ۽ پوءِ ميسيجن جي ڊگهي فهرست مان فقط هڪ ميسيج آئوٽ ڪيائين .... نئين ميسيج جي گهنٽي ترت ئي سندءِ سماعتن سان اچي ٽڪرائي .... هُو ميسيج کولي پڙهڻ لڳو : جيڪو وري بہ اڄاتل نمبر تان آيل هو ” هڪ ڇريو جوان پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڪو ڪم ڪار ٻڌائڻ بنان ڪافي وقت اڳ گهران نڪري پيو آهي .... سندءِ والدين جي بيچين ۽ پريشان سوچ سندس پاڇي جيان هن جي پويان پويان آهي .... سندس والدين کي شايد انديشو آهي تہ ڪٿي هُو ڪنهن حادثي يا ڪنهن خودڪش حملي جو شڪارنہ بنجي وڃي .... آءٌ ڪيس صلاح ٿو ڏيان تہ هُو هڪدم واپس گهر موٽي .... سندءِ والدين جي آواره سوچ سندس پويان شهر جي گلين محلن ۽ رستن تي ڊوڙي ڊوڙي سسڪيون هڻي رهي آهي .... ”آءٌ ڪيس وري بہ ....“ هُون! هي اڄاتل شخص پوائنٽا ۽ غير لاڳاپيل ايس – ايم – ايس اماڻي، مون کي وري بہ پيو ڊيڄارڻ چاهي .... آءٌ ڪو ٻار تہ ناهيان ....!! هُو اهو سوچي ئي ٿو تہ سندءِ موبائل تي ڪنهن جي رنگ اچي ٿي. اسڪرين تي نالو پڙهي ٿو .... پڻهنس جي فون! اوڪي ڪري هيلو ٿو چوي .... ”پٽ احسان! هينئر ڪٿي آهين بابا،“ ” آءٌ شهر ۾ ئي آهيان ....“ ”پُٽ جلدي اچ“ ” پر بابا ڇو ....؟!“ ” بس بابا جلدي اچ“.... ” بابا هي جيڪو روڊ ڏئي آءُ وڃي رهيو آهيان اڳيان هڪ موڙ آهي .... ان موڙ کانپوءِ ڪابہ شيءَ نظر نہ ايندي آهي .... آءٌ اهو موڙ ڪراس ڪري ترت ئي واپس ورندس .... اوهان دل جاءِ ڪريو ....“

هُو فون بندڪري تيز ٻرانگهون ڀريندو ان موڙ ڏانهن وڌندو پئي ويو .... دل ۾ هاڻ ڪابہ ڌڪ .... ڌڪ .... ڪانہ هوس .... ڄڻ فريش .... تازو

توانو .... جنهن کي هاڻ ٽنگن ۾ به ڪو سُور وغيره محسوس نه پيو ٿئي ....
هن هڪ نگاهه پويان وڌي ....“ ڪافي پنڌ ڪيو اٿم هاڻ مون کي واپس ورڻ
کپي ....“ اندر جي ڪنهن ٻي ڪنڊ مان آواز آيس: موڙ بس به وڪون ٿي ته
آهي ....“ ۽ پوءِ هن محسوس ڪيو ته ڪا اڄاتل ازغيبي طاقت کيس واپس
ورڻ نه ٿي ڏئي .... ۽ هُو بي اختيار اُن موڙ کان اڳتي چڙهه هڪ اونهي پاتال ۾
لهندو ٿو وڃي .... هڪ اهڙو پاتال جيڪو جيون ۾ هن اڳ ڪڏهن به نه ڏٺو
هو .... نوراني چهري وارا کيس ٻانهن کان آڌر ڏئي آهستي آهستي هيٺ وٺي
پيا وڃن .... هن پنهنجون اکيون به پُوريل محسوس ڪيون ....

ايتري ۾ سنڌءِ موبائل تي ڪو ميسيج دستڪ ڏئي ٿو: والدين جو
اڪيلو پُٽ احسان بنان ڪنهن سبب جي ڏر تتيءَ ويل گهران نڪتو .... هُو
شهر ۾ آواره گردن جيان هلندو رهيو .... شام جيئن ويجهي ٿيندي
وئي ....تيئن سنڌءِ زندگيءَ جي به شام .... ”سنڌءِ والدين جي بي چين ۽
پريشان سوچ جيڪا سندس پويان پويان هئي .... سِسڪين ۾ هئي .... ۽ ان
سان گڏ احسان جي موبائل تي آيل ميسيج کان به جڙ اوچنگار نڪري وئي
هئي .... ڇاڪاڻ ته ان کي هاڻ ڪوبه پڙهڻ وارو ڪونه هئو....



# ڪارٽونسٽ پيٽر...!!

آرٽسٽ ۽ ڪارٽونسٽ پيٽر پنهنجي ئي قلم مان پينٽ ڪيل تصوير ڏسي، پاڻ ئي حيرت ۾ پئجي ويو : ”اهڙي تصوير جهڙي اڄ مون سرجي آهي پانيان ٿو تہ منهنجي پوئين سڄي فني زندگيءَ ۾ بہ اهڙو شهڪار نہ جُڙي سگهيو هوندو!“ اهڙي احساس سان سندءِ وجود مان اُن تصوير سرجڻ وارا سارا ٿڪ ئي ڪافور ٿيندا ويا....

اصل ۾ هُن جڏهن بہ ڪنهن موڙ تي ڪا تصوير پينٽ ڪئي هوندي يا ڪو ڪارٽون پنهنجيءَ ڪلا جي ڪئنوس تي چٽيو هوندو تہ ضرور سندس اندر مان اهو ئي آواز آيو هوندو تہ ” هن جهڙو شهڪار شايد ئي مون اڳ ڪو پينٽ ڪيو هجي ....!! “ ۽ پوءِ ڪجهہ وقت جي وٿيءَ پڄاڻان پاڻ ئي پريشان ٿيو هجي .... ۽ سوچ آئي هجيس تہ فن جو ڪمال ڪو اُن ئي ڪارٽون تي ڇيهہ ڪندو ڇا ....؟! فن تہ مسلسل جستجو ۽ اُتساهہ جو نانءُ آهي هڪ اهڙي جستجو جنهنجي زنجير ۾ تصورن ۽ احساسن جون سونيون ڪڙيون جِرڪن ٿيون .... !!

پيٽر کي پل لاءِ سوچ آئي تہ هو پنهنجي گهر واري پالن کي ننڊ مان اُٿاري،جيڪا ساري ڏينهن ۽ رات جي ڪجهہ ڪلاڪن جو ٿڪ سهيڙي اچي بستري پيڙي ٿي هئي! سندس گهر واريءَپالن بہ پڪ ئي پڪ هڪ آرٽسٽ هئي ۽ هُن چاهيو تہ پنهنجي اجوڪي شاهڪار کي گهٽ ۾ گهٽ جوٽس کي تہ ڏيکاري ....!! پر پوءِ کيس الائجي تہ ڪهڙي سوچ آئي جو پنهنجي ٺاهيل تصوير هن پنهنجي ڊرائنگ روم واري اُن ئي ٽيبل تي رکي ڇڏي جنهن تي ئي رکي هُن اها تصوير پينٽ ڪئي هئي.

پيٽر ويٺي ويٺي پوءِ ڪيئي پهَہ پچائڻ لڳو .... ننڍ ۾ سنتل پنهنجي گهر واريءَ ڪي گهوريندي هُن ڪي خيال آيو تہ هُو ضرور فن جي حوالي سان ڪو خواب ڏسندي هوندي ....!! ماڊلنگ بہ تہ هڪ فن ئي آهي. مون پنهنجي جيون ۾ بہ ڪيترائي خواب ڏٺا....ڪي ريشمي چمڪندڙ ۽ وڻندڙ .... تہ ڪي وري صفا کُهرا.... جيڪي اندر جي احساسن کي گهائيندا ٿي ويا ....!!

پيٽر کي ياد آئي پنهنجي اُها سِرجيل تصوير، جنهن ۾ هڪ پادري ڪنهن حَسين ڇوڪر کي نوڙي چمي ڏئي رهيو هو ۽ انهيءَ ڪارٽون هيٺان هن لکيو هو ”پادريءَ جي عبادت جو هڪ نمونو....“ پيرس جي ڪنهن اخبار اُن ڪارٽون کي وڏي اهتمام سان شايع ڪيو هئو. اصل ۾ انهن ڏينهن ۾ پادرين طرفان عبادتگاهن ۾ موجود ڇوڪرن سان جنسي تشدد جون خبرون ميڊيا ۾ رپورٽ ٿي رهيون هيون .... ۽ پيٽر اُنهن خبرن مان اُتساهہ وٺندي اهڙي قسم جو ڪارٽون اهڙي تہ جذبي ۽ اُتساهہ سان سرجيو هئو جو اهو ڪارٽون ان وقت جي دلين جي ڌڙڪن سان اهڙو تہ برميچجي آيو .... جو ماڻهن جي وات مان بي اختيار واه .... واه.... واه وارا لفظ نڪري ويا هئا!

هُن پنهنجيءَ پَر ۾ بيا بہ ڪيترائي اهڙا ڪارٽون ٺاهيا هئا، جن کي هن عام نہ ڪيو هو .... جيتوڻيڪ پيرس ۾ فن، فڪر توڙي سوچ جي زبردست آزادي هوندي بہ الائجي تہ ڇو هن پنهنجن انهن ڪارٽونن کي ڪن اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپائڻ مناسب نہ سمجهيو....!!

اهڙي قسم جا ڪارٽون ٺاهيندي هن کي اهڙين تہ سوڙهين ۽ قديم غارُن مان گذرڻ جو احساس ٿيو هو .... جو سندس احساس بہ ڄڻ انهن ئي سوڙهين ۽ قديم غارُن جهڙا ٿي ٿي ويا ....!

هُو ڪارٽون ۽ تصويرون ٺاهيندي پاڻ بہ تہ انهن جهڙو ئي پئي ٿيندو ويو جنهن کي سندءِ گهر واري پالن بہ ڪڏهن ڪڏهن سڃاڻي نہ سگهندي هئي ....تہ واقعي اهوئي سندءِ مڙس آهي. اصل ۾ هو پاڻ بہ پنهنجي گهَر واريءَ کي ڪڏهن ڪڏهن سڃاڻي نہ سگهندو هئو ....!! ان جو شايد اهم سبب اهو هئو تہ هو ٻئي پنهنجي فن جي دنيا وارن احساسن ۾ اهڙيءَ طرح وڃائجي ويا هئا .... جيئن ڪن والدين جا ڪي ٻار ڄڻ ماڻهن جي جهنگ ۾ وڃائجي ويا هجن ....!!

پيٽر کي انتهائي اهميت تہ اڳ ئي تڏهن ملي چڪي هئي جڏهن هن تڏهوڪي آمريڪي صدر بل ڪلنٽن ۽ سندءِ محبوبہ مونيڪا ليونسڪي جي معاشقي کي پنهنجي هڪ ڪارٽون ۾ پينٽ ڪيو! انڪارٽون ۾ بل ڪلنٽن مونيڪا ليونسڪي کي گلي سان لڳائي بيٺل هئو ۽ بل ڪلنٽن جي گهر واريءَ هليري ڪلنٽن پري کان حسرت سان ٻنهي کي ڏسي رهي هئي ۽ هُن پنهنجي ڻاهيل ڪارٽون هيٺان ڪيپشن ڏنو هئو تہ”هليري تون بہ تہ آزاد آهين چاهين تہ ڪو اسڪينڊل ڪو عشق ڪري سگهين ٿي....“

ان ڪارٽون تہ ڪيترين اخبارن ۽ رسالن جي اهميت کي تہ پنجوڻ تي وڌائي ڇڏيو هئو!! پيٽر پنهنجن فني احساسن ۾ ايترو تہ مدغم ٿي چڪو هو جو هُن کان پنهنجو وجود ئي زري گهٽ وسري ويو هئو. هن ۽ پالن کي ڪوبہ اولاد ڪونہ هئو .... نہ ئي پُٽاٽو ۽ نہ ئي ڌياٽو ....! پيرس جي ڪيترن ئي ماڻهن کي شڪ هئو تہ پيٽر ۽ پالن ٻئي سنجوڳ جي حوالي سان صفا نِل هئا....! انهن جا جنسي جذبا فن جي جهنگ ۾ ڪٿي وڃائجي چڪا هئا .... ۽ انهن جي خودي سندن پنهنجي پنهنجي فن خريدي ورتي هئي ....!! جڏهن هنن وٽ اهڙي خودي ئي نہ هئي تہ پوءِ هو ٻئي ڪيئن ۽ ڇو پنهنجي جنسي جذبن کي اپاري انهن جو ڇيد ڪري ٿي سگهيا .... يا هُو هڪ ٻئي سان سنجوڳ ڪري ٿي سگهيا....!!

پيٽر جي فنپارن جي نمائش شهر جيڪيترن ئي ڪلبن ۽ نمائش گهرن ۾ ٻين ڪلاڪارن جي شهپارن سان گڏ ٿي چڪي هئي هُو جڏهن ڪنهن بہ نمائش ۾ پنهنجن شهپارن سان گڏ شريڪ ٿيو ٿي .... تہ سندءِ اکين مان بي اختيار لڙڪ لڙي پوندا هئا....! هُو نمائشن ۾ آيل ماڻهن سان گڏ ننڍڙن ٻارن کي ڏسي سندن مٿي تي شفقت جو هٿ ڏريندو هئو .... ۽ ماڻهو سمجهندا هئا تہ هن کي اولاد ڪونهي. ان لاءِ ئي هو ٻارن کي پيار ڪري ٿو. پر اصل ۾ ائين قطعي نہ هو. هن انهن ئي ٻارن ۾ اها آشا ٿي رکي تہ اهي وڏا ٿي ڪلا ۽ آرٽ جا وڏا نانءُ ٻڻجندا ۽ پنهنجن متقدمين جي سلسلي کي اڳتي وڌائيندا ۽ ٻيو تہ پيٽر ۾ پاڻ حد درجي جي معصوميت هئي ۽ هن جي معصوميت چڙ ٻارن جي معصوميت سان هم آهنگ پئي ٿيڻ چاهيو!!

پيٽر هونئن بہ پالن سان شاديءَ واري پهرين رات کان معصومن وارو رويو رکندو ٿي آيو....! پالن کي بهرحال شاديءَ وارن شروعاتي مهينن دوران سخت اوسيئڙو هئو تہ هُو ڪنهن نہ ڪنهن طرح پنهنجي معصوميت مان نڪري اهڙي مرداڻي موڊ ۾ ايندو .... جيڪو ئي موڊ سنڌءِ جوانيءَ واري جوش کي تسڪين واري طلب سان همڪنار ڪندو....!! پر جڏهن پهريون ٻيون ٽيون ۽ پوءِ ڪيترائي مهينا ويا گذرندا تہ پالن بہ منجهانئس پنهنجون هڙئي آشائون ڇلي ماڊلنگ جهڙي ڏنڌي ڦن سان وچي پنهنجو پيڇ پاتو....!!

پيٽر کي پيرس ۾ رهندي شهزادي ڊائنا ۽ ڊوڊي جي معاشقي جي بہ بخوبي معلومات هوندي ۽ پوءِ ڊائنا ۽ ڊوڊي جي موت واري ڪهاڻي جي روئداد بہ سنڌءِ سماعتن ڪنهن نہ ڪنهن طرح ضرور ٻڌي هوندي....! ليڊي ڊائنا ۽ ڊوڊي جي پويان پاپا رازي فوٽو گرافرن جي پيچ پچان وارا منظر بہ سنڌءِ فوڪس ۾ آيا هوندا .... پوءِ ان اهم معاشقي جي تصوير بہ هن ضرور پنهنجي ڪلا جي ڪئنواس تي چٽي هوندي هڪ اهڙي تصوير جيڪا ڏسندڙن جون ڏهہ ئي حِسون روشن ڪري ڇڏي.

هُو پهہ پچائيندي پچائيندي اوچتو پنهنجي ئي بستري تي آ هلي پيو. پريان سج جا ڪرڻا بہ پيٽر ۽ پالن جي ڪمري جي اوڀارين دريءَ مان اندر اچڻ جا سانباهہ ڪري رهيا هئا .... ۽ ڪمرو پيٽر جي ئي ڪنهن شاهڪار جو ڏيک ڏئي رهيو هو....



## پردي جي پويان . . .!!

اُها هن جي بدقسمتي چئجي .... يا خوشقسمتي .... تہ هوءَ هڪ اهڙي گهراڻي ۾ پيدا ٿي .... جنهن جا ماءُ، پيءُ اڪيلي ڌيءَ هئڻ ڪري هرو ڀرو ڪنهن کي پنهنجو نياڻو تہ ڪجا .... اهو تصور بہ نہ پيا رکن ....! هونئن سنڌ ماءُ پيءُ جو پرڻو بہ تہ هڪ حادثو ئي هئو.... جيئن ڪو پوپٽ ۽ پوپٽي اچانڪ ڪٿي پاڻ ۾ گنگا جمنا وانگر ملي وڃن .... ٻن نيڻن ۽ ٻن جيون وچ ۾ هڪ پريم ڪهاڻيءَ جو ڦهلاءُ ڪنهن ريشمي اطلس جهڙي پردي جيان لهرائڻ لڳي....!!

پنهنجين اکين جي عميق ساگر ۾ هنن هڪ ٻئي جو پيار اُن زماني ۾ ڪنهن پريشان پاڇولي جيان پسيو هو.... جڏهن هو ٻئي ڪنهن فلمي ٿيٽر ۾ فلم ڏسڻ ڪاڻ پنهنجي پنهنجي دنيا ڪٽي پهتا هئا. ماڻس جي چانڊوڪيءَ جهڙي چولي تي سُرخ ستارن جهڙو ڀرت هو .... ۽ پڻس جي جاڙن ڀروئن هيٺيان جوانيءَ واري نشي ۾ ڏُت اکين ۾ ازلي خمار هئا....۽ بدن تي جوانيءَ وارو جنوني لباس....! جنهن مان سنڌ انفراديت جو عڪس ٿي جرڪيو....! هڪ پاسي فلم ۾ ڪردا هئا .... تہ ٻئي طرف تماشائين درميان هي بہ ڪردار .... هڪ ٻئي کي ائين ڏنائون جيئن واقعي ئي ڪين ڏسڻ گهربو هو .... حجاب جي نازڪ تند ۾ رفتہ رفتہ گهاريون پونديون ويون .... نيٺ هڪ ڏهاڙي سئنيما هال جي ٻاهران وقفي وقفي دوران هنن بہ پنهنجي حجاب ۾ مڪمل وقفو ڪري، فلمي ڪردارن جي گفتگوءَ کان الڳ پنهنجي پنهنجي احساس جي دنيا جو تاڃي پيٽو اُٽي .... هڪ ٻئي اڳيان رکيو....! هيڪار هُو ٻئي ڄڻ پنهنجي پنهنجي اندر جي دنيا کي فنڪاريءَ سان فوڪس ڪندڙ اهڙا فنڪار ٿي سامهون آيا هئا .... جو لڳو ٿي تہ فلم جي

پردي پوِيان ڇُرپُر ڪندڙ مڙئي فنڪار ڄڻ فنڪار نہ هئا .... ۽ تہ انهن ئي فنڪارن کي هنن ٻن جيون کان ڪجهہ نہ ڪجهہ استاديءَ مان پرائي پوءِ ئي ڄڻ اُن دنيا ۾ اچڻو هو....!!

اُن سئنيما ۾ ايندڙ ويندڙ تماشائين لاءِ ڇا چئجي ....؟! تہ اهي ڪيئن هئا اهي مختلف وقتن تي فلمون ڪيئن ڏسندا رهيا ....؟ پردي پوِيان ڇُرپُر ڪندڙ ڪردار ئي سندن فوڪس ۾ هئا .... يا ٻي ڪا دنيا بہ سندن ذهنن ۾ هئي .... هنن پنهنجي احساسن جي نازڪ تندن سان پنهنجا خيال ۽ جذبا ڪيئن ٿي هم آهنگ رکيا....؟! پردي پوِيان ڇُر پُر ڪندڙ ڪردارن جي عمل پوِيان سندن رد عمل ڪهڙو ٿي جُڙيو....؟! اهي بہ جيو جن جي ڪهاڻي سئنيما هال توڙي ٻاهر وقفي دوران مٺي ڪڙي درد سان ڪيئن ٿي سرجندي رهي ....؟! ڪنهن هڪ تماشائي کي ڪاش! ڪو منو ڪڙو احساس اتپن ٿيو هجي....!! ۽ هُو پنهنجي گهر هڪ اهڙي احساس سان پهتو هجي ها.... جو سندءِ گهر جي ڪائنات ئي ڪيس بدليل بدليل محسوس ٿي هجي ها.... اُن اڪيلي تماشائي کي اهو احساس بہ ٿيو هجي ڪاش! تہ اُن ناري جي پيٽ ۾ اهڙي مُکڙي ٽڙندي .... جنهن کي ڄمڻ پڇاڻان جوانيءَ جي ڦلواڙي ۾ ئي سڪون ملي سگهندو .... ڦلواڙيءَ جو مالهي ڪيس گُلن جي نيڻن سان ڏسي گد گد ٿيندو .... ۽ مالهي کي خواهش ٿيندي .... تہ هوُ اُن مکڙيءَ سان وهانءُ رچائي .... گُلن جي گود ۾ ڪيس پنهنجي امانت طور ڏيئي ان گلستان کي پاڙي وغيرهہ ڏيندو رهي .... ۽ڪاش اُن تماشائي کي اهو احساس بہ اتپن ٿيو هجي ها .... تہ اُن مُکڙي جي روايتي / غير روايتي وهانءُ تي اهي ٻہ پريم ڪهاڻي سرجيندڙ پابندي لڳائي ڇڏيندا .... هُو اهڙا تہ سنگدل ٿي ويندا .... جو ڪانئن سندن پنهنجو ماضي بلڪل بہ وسري ويندو....! البتہ هو ڪيس ڦُلواڙيءَ ۾ وڃڻ ۽ گلن سان ڪيس گفتگو ڪرڻ کان نہ جهليندا....! ۽ پوءِ هڪ ڏينهن اهڙو بہ ايندو .... جو هوءَ ڳورهاري ٿي گهر موٽندي .... ۽ هو ٻئي جيو پنهنجي پريم ڪهاڻي تي روئڻ شروع ٿي ويندا .... ۽ سندن ڏيءَ کين گلن ۽ مالهيءَ جو قسم ڏئي پرچائڻ شروع ٿي ويندي....!

# پوپٽ جو خواب

ماڪيءَ جي مک ڪنهن گل تي ويهي اُن مان مزي مزي سان رس چوسي پنهنجي توڙي پنهنجن ٻچڙن جي گذر بسر لاءِ هٽ پيٽ هٽي رهي هئي .... تہ پريان ڪان هڪ رنگين ۽ دلڪش پوپٽ پنهنجا نازڪ ۽ نفيس پرڙا هٽندو اچي ٻئي پرسان واري گُل تي وينو. ماڪيءَ جي مک هُن کي پنهنجي هڪ مخصوص نگاهہ سان ڏسندي بي ساختہ ٺهڪ ڏنو....!! پوپٽ پنهنجن نفيس ۽ نازڪ پرن کي ڦهلائي ڏانهس وڏي انهماڪ سان ڏٺو ....!! پوءِ گلن جي مهڪ جهڙا ڪيترا ئي خيال سندس من ۾ پر هٽڻ لڳا.... پوپٽ جي معصوم سماعتن ۾ اڳ اهڙو ٺهڪ ڪڏهن بہ نہ ٻريو هو ۽ نہ ئي ڪيس اها سُڌ هئي تہ ماڪي جي مک اهڙو تهڙو ٺهڪ بہ ڪڏهن ٻُرائي سگهي ٿي .... پوپٽ جي خيال ۾ اهو ماڪي جي مک جي زندگيءَ جو انتهائي اهم ڏينهن هو.... جو هوءَ کِلي رهي هئي.... نہ تہ اڪثر هن ڪيس سندس پوئين زندگيءَ ۾ڪاوڙيل ئي ڪاوڙيل ڏٺو هو....!!

”ماڪي جي مک کي ممڪن آهي تہ ڪا اهڙي ڳالهہ ياد آئي هجي .... جيڪا واقعي ئي ڪيس کلائي پئي سگهي ....! يا شايد ان ئي مک ڪنهن ماکي لاهيندڙ کي ڏنگي سُڄائي وڌو هجي .... اهو حادثو ڪيس ياد آيو هجي .... يا ممڪن آهي هي مک جنهن ماناري ۾ رهندي هجي اُتي ڪو دنگو فساد ٿيو هجي .... ڪي نااهل ۽ سُست مکا پاڻ ۾ ماکيءَ جي رس تان هڪ ٻئي سان مُنهن مقابل ٿيا هجن .... ۽ هي مک پنهنجي دانائيءَ ڪري انهن مکن جي بيوقوفي تي کلندي هجي ....!“

هو پنهنجن نازڪ نفيس ۽ انڊلٺي رنگن جهڙن خيالن جو ڄار اُٽيندو رهيو پر ڪنهن نتيجي تي نہ پهچڻ جڻ سندس مقدر هو....! اُن ماکي جي

مک سان پوپٽ اڳ ڪڏهن به گفتگو نه ڪئي هئي .... البته هُو ڪيس ڏسندو روز هو .... هوءَ ڪنهن نه ڪنهن گُل تي ويهي رس چوسي اُڏامي هلي ويندي هئي. ويندي ويندي پوپٽ کي ان جي اُڏام مان البت ڌيمي ڌيمي موسيقيءَ جو احساس ٿيندو هو.... جڻ ڪي اُداس اجنبي روح پنهنجو پاڻ ۾ سُرياڻن ۾ ڪجهه سليندا هجن....!

اجنبي پوپٽ ان ڌيمي ڌيمي موسيقيءَ ۾ پنهنجو سيس هيڏانهن هوڏانهن هلائي جڻ پنهنجي مسرت جو تاثر پيو ڏيندو هو .... هونئن ڪيس بخوبي سُڌ هئي ته اُن ماکي جي مک وٽ گُلن جي **رس** چوسڻ جي ڏانءُ سان گڏ ڏنگڻ جو هنر به هو.... جيڪو ڪيس فطرت پاران گفٽ ۾ هو ۽ پوپٽ کي پاڻ ڏي ڏسندي اهو احساس به هو ته هُو ڏنگ نٿو رکي ....! ان ڪري ڪائنس ڪنهن کي ڪنهن به قسم جو ڪوبه خطرو لاحق نٿو ٿي سگهي .... پر ڪيس ته ڪيترائي خطرا لاحق هئا ....!!

گُلن واري اُن ڦلواڙيءَ جي اترئين پاسي سنگدل انسانن جو هڪ ڳوٺڙو هو جنهن ۾ سواءِ چند ماڻهن جي باقي پٿر دل هئا .... جن جي وجود جي مٽي شايد هماليه جهڙي سخت جبل جي دامن مان کنئي وئي هئي .... اُهي هر جيو کي ڏکوئيندا رهندا هئا .... چون ٿا ته اُن ڳوٺ ۾ ڪولن جي هڪ بستي هئي .... جنهن ۾ هزارين لکين ڪِوليون رهنديون هيون .... اهي جڏهن ڪنهن ڪم سانگي پنهنجي بستيءَ مان نڪرنديون هيون ته قطار .... در قطار .... نڪرنديون هيون اها ڳالهه ان ڳوٺ جي پٿر دل لوڪن کي پسند نه هئي انهن ڪولين جي اتحاد انهن کي سخت مچرائي وڌو هو .... نيٺ هڪ ڏينهن نهراءُ ڪيائون ته اهي گرم گرم پاڻيءَ سان انهن ڪِولين جو خاتمو آڻيندا .... جيڪي سندن بستيءَ ۾ بيجا مداخلت ڪري بستيءَ ۾ بستي جوڙيون ويٺيون آهن .... هن بستيءَ ۾ حڪومت اسان جي ؟ قائدا قانون اسان جا" هي وري ڪهڙو نسل اچي هتي وارد ٿيو آهي .... ۽ نيٺ هڪ ڏينهن هنن گرم گرم پاڻي جا لوٽا هاري ڪيتريون ئي ڪِوليون ماري وڌيون....!!

هِن پوپٽ کي جڏهن اها ڄاڻ پئي هئي ته هُو گُلن جي نيڻن سان رنو هو ۽ ڦُلواڙيءَ جي سوڳ نما مهڪ ۾ پنهنجو وجود ڍڪي هڪ ڪُنڊ ۾ پل لاءِ سانتيڪو ٿي ويو هو سندس نس نس ۾ گرم پاڻي جو احساس ڏکندڙ زندگيءَ

جي لمحي جيان ٻوڙي رهيو هو اُن ڏينهن پنهنجي اکين ۾ هُن عجيب قسم جي لباس جا تاڪيا ڪلندي محسوس ڪيا هئا ڦلواڙيءَ جي هر گل جي دل ۾ هڪ گهرو ڏک ڪنهن تکي تاءُ جيان محسوسيو هوس ....

هُن کي فطرت جي ديوي آسمان جي ڪنهن ڪناري تي سوڳ وارو راڳ آلاپيندي محسوس ٿي هئي .... فطرت جي ديوي جي اکين ۾ لڙڪن جا ٽانڊاٽا هئا....اهي هيٺ ايئن ڪِري رهيا هئا جڻ آڪاس مان ستارا ٽٽي ڇٽندا هُجن....!!

هُن پنهنجي سوچ جي سونهري مگر افسرده رنگن جي رعنائي سان ڪنڌ مٿي کڻي وري ماڪيءَ جي مک ڏانهن ڏٺو .... هاڻ ماڪي جي مک بہ ڪيس ئي ڏسي رهي هئي .... ۽ سندس چهري تي ٻرايل ٿهڪ جي ڇٽنگن جي رڪَ باقي هئي پوپٽ گهڻو گهڻو لڄي ٿي سوچي رهيو هو تہ ڪانئس کهڙيءَ ريت سندس ٿهڪ ٻرائڻ وارو ڪارڻ معلوم ڪري....!

پوپٽ ۾ حد درجي جو حيا ۽ لڄ هئي جيڪا ڪيس گلن جي غلامي ۽ فطرت جي فنڪاريءَ مان پلئو پئي هئي .... پر ڪيس تہ مجبور ٿي بہ اهو معلوم ڪرڻو هو تہ آخر ماڪيءَ جي مک بي ساختہ ٿهڪ ڇو ڏنو....؟! نيٺ پوپٽ جي چهري تان حيا وارا سڀ پردا پاڻمرادو هٽندا ويا.... ۽ ڪانئس پُڇي ورتائين : ”اي مک! اڄ ڏاڍي خوش خوش آهين .... آخر ڳالهہ ڇا آهي؟!“

ماڪيءَ جي مک پنهنجن ڇپن تي شرير مُرڪ آڻيندي آکيو: ” ڪالهہ وڏي ڏِڱ کي ڏنگيو اٿم هُو منهنجي ماناري ڏانهن وڏي رَس لاهڻ جي جستجو ۾ هو تہ وجي ڪياڙيءَ ۾ ڏنگ لاٿومانس .... وري بہ نہ پيو هٽي .... تہ سامهون ساڄي اک واري جهالر ۾ چُهٽي پيس. اهڙي تہ دانهن ڪيائين جو مون کان ٿهڪ نڪري ويو .... هاڻ تہ جنهن ويل ٿي اها ڳالهہ ياد اچيم تہ ٿهڪ نڪريو وڃي ....“

”اي ماڪيءَ جي مک! تو تہ وڏي ڳالهہ ڪري ڇڏي ....! توکي کهڙي ڪل تہ هُن کهڙي مقصد ڪاڻ پئي رس لاهڻ گهُريو .... هُو هو پلا ڪٿي جو....؟!“

”هُو شايد هِن ڦلواڙيءَ جي اُترئين پاسي واري ڳوٺ مان پئي آيو ....! توکي تہ خبر ئي هوندي .... تہ اهو سنگدلن جو ڳوٺ آهي .... اهي ڪنهن

ٻئي نسل واري کي برداشت ٿي نہ ٿا ڪن .... اسان اُن ڳوٺڙي ۾ جهوني وڻ ۾ مانارو اڏيو.... تہ هڪ ئي ڏڪ سان ڏَلهي واري مشين جي مدد سان وڻ ئي ڪيرائي وڌائون .... مون کي ان ڏينهن ايترو غصو آيو هو جو چاهيم تہ سيني مکن سان گڏجاڻي ڪري, ان ڳوٺ تي حملو ڪري سيني کي سزا وار ڪجي.... پر پوءِ الائجي تہ ڪيئن هيڪر ٿڏي ٿي ويس....!! منهنجي ساٿي مکن مان بہ ڪيترن کي ڪاوڙ آئي هئي .... هنن پنهنجن ڏنگن کي اهڙي نموني پٺي موڙ ڏنا.... ڇڻ انهن کي تکو ڪندا هجن مون کي بہ محسوس ٿيو تہ منجهن زبردست زهر هو.... پوءِ اسان ڦلواڙيءَ جي ڏاڪڻي پاسي پري پري هڪ تازو توانو وڻ ڏٺو.... اُتي وڃي پنهنجا پڪا اڏياسين .... اهو وڻ فطرت جو اهڙو تہ حسين شهڪار آهي .... جو اُن جي پنن ۽ ٽارين ۾ عجيب قسم جي خوشبو آهي ان وڻ تي انهن حاسدن جي اڪثريت جي اجا نظر نہ پئي آهي .... جيڪڏهن پئي بہ هوندي ....تہ بہ هُو اجا پنهنجن ڪن ٻين خفن ۾ جُنٽيل هوندا ....!!" " اي ماکيءَ جي مک! سنگدلن جي ڳوٺ ۾ ڪي نرم دل بہ تہ هوندا.... مون تہ ڳالھ سُئي آهي تہ اُن ڳوٺ ۾ هڪ مسيحا پيدا ٿيو هو.... جيڪو ڪيترن ئي قسمن جي بيمارين جو علاج ڪندو هو.... ڪين شفاياب ڪندو هو. اُن ڳوٺ جا اجا بہ اڪثر ماڻهو ڪيترين ئي بيمارين ۾ ورتل آهن .... اي ماکيءَ جي مک! توکي خبر نہ آهي تہ تُنهنجي رس ۾ فطرت ڪيتري شفا رکي آهي .... اهو ماڻهو جيڪو تنهنجي ماناري مان رس لاهڻ آيو هو.... اُهو ان ڳوٺ جو مسيحا هو .... آئون راتوڪي رات خواب ۾ ان مسيحا جي گهر وٽان لنگهيو هوس .... تہ ان مسيحا جي گهري واريءَ .... بہ چار مريض.... جيڪي سندءِ دوا مان شفاياب ٿيڻ لڳا هئا .... ۽ ٻيا اهي جيڪي منجهس آسون اميدون پيا رکن .... ڏاڍيان روئي رهيا هئا .... خواب ۾ مونکان بہ وڏي اوچنگار نڪري وئي هئي .... منهنجي وجود ۾ خوفنائتو زلزلو اچي ويو هو.... هڪ اهڙو شخص جيڪو اُن ڳوٺ لاءِ مسيحا بڻجي آيو هو... سندءِ هٿ جي شفا مان سارو ڳوٺ بهره مند ٿئي ها تہ ڪيڏو نہ چڱو هو....ماکيءَ جي مک! تو قهر ڪري ڇڏيو.... هُن جهڙو مسيحا هاڻ تہ شايد صدين ۾ بہ نہ پيدا ٿئي ....!! توکي تہ وڏي وڏي آواز روئڻ گهربو هو.... مون کي گلن ڦلن ۽ منهنجي سونهن جو قسم .... تہ زندگي ايئن ناهي ٿيندي ....

زندگي تہ ٻين لاءِ جيئڻ ۾ ئي زندگي آهي .... تون ڇڏين ها اهڙي درويش صفت مسيحا کي .... تہ پنهنجو ڪم ڪري وڃي ها.... ان ڳوٺ جو بيمار سماج صحتمند ٿئي ها.... تون ئي هاڻ ان مسيحا جي گهر واريءَ توڙي ٻين جي اکين ۾ اونداه جي ذميوار آهين .... ان مسيحا جي گهر واريءَ چيو پئي .... هاڻ اُن ڦلواڙيءَ جي نگهباني ڪير ڪندو... جيڪا فقط منهنجي مڙسالي جي ئي مرهون منت هئي. ڇري مک هاڻ هي ڦلواڙي بہ اُجڙي ويندي ....“ پوپٽ گلن جي ماتمي سرهاڻ ۾ پنهنجا لفظ سميٽي ماکيءَ جي مک جي سماعتن تائين آندائي مس تہ پريان ڪو شخص هٿ ۾ ڪهاڙي کنيون ڊوڙندو پئي آيو .... ماکي جي مک پنهنجي ڏنگ کي موڙو ڏنو .... پوپٽ پنهنجا نفيس ۽ نازڪ پر ٽيڙي اڏاڻو ان ويل ماکيءَ جي مک جي سماعتن ۾ هڪ وڏي اُوڇنگار بہ ٽڪرائي پوپٽ دور دور فضا ۾ اڏامندو پئي ويو... تيستائين ماکيءَ جي مک بہ پڇتاءُ وارا پر هٽندي پري نڪري وئي....!!!



# هن تي سڀ حيران

بظاهر چهري تي سنجيدگيءَ جا آثار! پر جڏهن ڳالهائي تہ سنجيدگي تہ سنجيدگيءَ جي ماڻ، پر هر اها حد اورانگهي وڃي .... جنهن جي وارنگهڻ پڄاڻان مڃاڻ تہ کهڙو نتيجو نڪري ....؟ بهرحال ڏڄندڙ ماڻهن کي ئي نتيجن جي پرواهہ هجي ٿي .... ۽ بس !!

هُن پنهنجي هانوَ ۾ بهرحال ڪڏهن بہ ڪنهن بہ حوالي سان ڪا هيڻائي محسوس ڪا نہ ڪئي هئي ....!! هُن کي خبر هئي تہ هيڻا ماڻهو زندگيءَ ۾ ڪيترين ئي شڪستون کائيندا آهن رستي تي پيپل پٽر کي هُو اِن ڪري هٿائي نہ سگهندا آهن ڇاڪاڻ تہ هُو پنهنجو پاڻ کي هيڻو سمجهندا آهن....!

هُو ننڍڙو هئو تڏهن البتہ ڏاڍو ڏڄندو هو ڊيڄڙي سبب هُو اڪثر ننڊ مان رڙيون ڪري اٿندو هو. پوءِ هُو جيئن جيئن وهيءَ ۾ وڌو چڙهندو تيئن تيئن سندس خوف اميد ۽ همت ۾ بدلبو ويو. اهڙي اميد ۽ همت جيڪا سندس نگاهہ ۾ زندگيءَ جو لازمي عنصر هئي. گهڻ ڳالهائو هئڻ ڪري هُو ماڻهن ۾ جڪ مارڻ واري جوان طور مشهور هو. سندس نالو منصور هو پر اهو منصور نہ جيڪو تاريخ ۾ ”اناالحق“ جي نعري هڻندر طور مشهور آهي. منصور محبتي بہ ايترو هو جو ڇئي وڃي دنگ ڪجي.... جنهن سان بہ محبت ڪيائين ان سندس صحبت جا سهرا ڳاتا .... رڳو ائين بہ نہ هو تہ هُو سيني ماڻهن جي نگاهن ۾ صفا جڪ هڻندڙ جوان هو. ڪن جي خيال ۾ تہ هو بيحد پوڙهائي مڙس هئو. جنهن رنجيده روحن کي خوشين وارا ڪوڙ لمحا ميسر ڪيا هئا. ڪاليج جي زماني ۾ هو ڪيترن ئي شاگردن جي نظرن ۾ جڪ هڻڻ وارو جوان هئو... جنهن پنهنجو املهہ وقت وئرٿ ۽ فضول ڳالهين

۾ ٿي ڳاريو!! جڏهن تہ ڪن ظريف طبع استادن ۾ هُو پسند پيل هو جيڪو ڪين واندڪائي واري وقت ۾ ڪل پوڳ ۽ چرچا گهڻا ٻڌائي پيو وندرائيندو هئو.... ڪنهن استاد کي ڪنهن بہ مامري تان ڪاوڙيل محسوس ڪندو هو تہ هرو ڀرو بہ اهڙي اٽڪل سوچيندو هئو جيئن استاد جي مزاج ۾ مانائي بلڪہ سندس چهري تي بہ مرڪ مڙي اچي.... هُو هونئن بہ اهڙو ماٺهو ٿي ڏٺاٺو جنهن زندگيءَ ۾ ڪافي ماٺهن کي کلايو.... پر پوءِ الائجي تہ ڪهڙو ڪارڻ هئو جو سندءِ ڪلاس ميٽس ۽ ٻيا شاگرد هن جي حوالي سان ڪو سٺو تاثر نہ پيا رکن....

هڪ دفعي ڪاليج ۾ ڪنهن موضوع تي ڪو تقريري مقابلو ٿيڻو هو.... تہ منصور جو نالو بنا ڪنهن پڇا ڳاڇا جي تقريري مقابلي ۾ متوقع شريڪ ٿيندڙن جي فهرست ۾ ٽاپ تي رکيو ويو. شاگردن جڏهن چٽا پيٽي واري ڏهاڙي منصور جو نالو اسٽيج سيڪريٽري واتان ابتدا ۾ ئي ٻڌو تہ سڀ جا سڀ حيرت ۾ ونجي ويا ۽ لڳا هڪ ٻئي کي گهورڻ! ڪين سُڌ هئي تہ جنهن موضوع تي تقريري مقابلو رٿيو ويو هو. منصور تہ ان حوالي سان صفا ڪورو هو هن کي ان موضوع جي پس منظر توڙي پيش منظر جي تہ ڪا ڄاڻ ئي نہ هئي....!! جڏهن تہ هنن پنهنجو پاڻ کي ان حوالي سان صفا فٽ ٿي سمجهيو....! ۽ هنن تياري بہ تہ اهڙي ورتي هئي جو هر ڪنهن پئي سمجهيو تہ اصل چٽا پيٽي تہ آهي ئي هنن وچ ۾.... باقي منصور ويچارو تہ آهي ئي هُش ۾ خوش!! ڪنهن قدرِ اهو تاثر لڳو بہ واجبي پئي جو منصور بظاهر اڳ وانگيان ڳالهين جا ڳوٺ ٻڌيندو ۽ لوڪن کي کلائيندو خوش پئي رکيو وتيو....

تقريري چٽا پيٽيءَ وارو پروگرام سهڻي سٽاءُ سان خير وخوبيءَ سان ٿي گذريو. جنهن ۾ منصور سوڌو ڪن ذهين شاگردن زبردست اتساهہ جوش ۽ جذبي سان بهرو ورتو.... منصور جڏهن تقرير لاءِ اسٽيج تي آيو هئو تڏهن سندس پرسنلٽي ۾ زبردست تبديلي پئي محسوس ٿي. منصور پنهنجي تقرير اهڙي تہ ڍنگ سان شروع ڪئي جو سڀني وينلن جو ڏيان پاڻمرادو ڏانهس ئي ڇڪجي ويو ۽ سندس زبان مان نڪتل لفظن جي تلفظ ۽ ٻوليءَ جي استعمال بہ ڪين وڌ حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو.... هنن جي دلين ۾

هيڪر اهو احساس اُڀريو تہ هُو اتي اهڙير تقرير ڪرڻ تي ڪيس بي ساخت داد ڏين ....!!

ان تقريري چٽا ڀيٽيءَ ۾ منصور پهريون نمبر آيو ۽ ٻيا شاگرد جن بظاهر سخت محنت ۽ موضوع جي سنگينيءَ کي سمجهندي وڏي تياري ورتي هئي انهن مان ڪو ٻئين تہ وري ڪو ٽئين نمبر تي آيو.... تہ ڪي ويچارا وري ان چٽا ڀيٽيءَ مان ئي جڻ آئوٽ سمجهيا ويا....!

بعد ۾ جڏهن اڳتي هلي شاگردن جي حلقي پنهنجي ئي پر ۾ مصوريءَ جو مقابلو منعقد ڪرڻ جو سوچيو.... تہ دلئون نہ چاهيندي بہ منصور کي ان ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪيائون .... جو کين سڌ هئي تہ جي ان مقابلي ۾ منصور شامل نہ ٿيو تہ ان چٽا ڀيٽي جو ڪو مقصد نہ رهندو.... هنن چاهيو ٿي تہ جي منصور مصوريءَ جي حوالي سان مات کائي ويو تہ پوءِ ڪاليج ۾ ڪنهن بہ پر ڪنڌ کڻڻ جهڙو نہ رهندو.... ۽ پوءِ اجائي سجائي جک هڻڻ وارو جولان بہ ماٺو پئجي ويندس.... !! رنگن ۽ برش سان هونئن بہ هُن ڪڏهن روح ريجهايو ئي ناهي .... هن کي مصوريءَ جي مامرن جي خبر ئي ڪهڙي....؟! هن جک ماريندي کل ڀوڳ ڪندي هيستائين ڪيترن ئي ماڻهن کي ڪلايو اهي.... پر ڇا هو پنهنجي من اندر ڪنهن موڙ تي اهو سوچي رُنو ڪونہ هوندو.... تہ ٻيلي تو علم کي اهميت نہ ڏئي پنهنجو وقت وئرٿ ئي وڃايو.... اسان جي حوالي سان بہ ڪيس ضرور سوچ آئي هوندي تہ ڪيتري نہ ڏيان ۽ گيان سان هنن علم کي اهميت ڏني ....

تقريري چٽا ڀيٽيءَ ۾ وڏي ڪاميابيءَ پڄاڻان تہ هنن منصور سان حسد جي حد ڪري ڇڏي هئي.... پر منصور جي من ۾ هنن لاءِ ڪابہ باهہ ڪانہ ٿي ڀڙڪي....!! البتہ هو پاڻ سان هڪ اهڙي ڪائنات گڏ گڏ کنيو پئي هليو.... جيڪا ظاهر واري کل ڀوڳ، مذاق ۽ گهٽو ڳالهائڻ جي دنيا کان بنهہ مختلف هئي، هن جو اندر آوي جيان ڌڳندو ٿي رهيو ۽ ”نهائينءَ کان نينهن سک منهنجا سپرين“ واري ڪار هئس هُن جي اندر ۾ ازلي مصور ڪيترائي اُڌما اوتي ڇڏيا هئا.... جيڪي مختلف مرحلن تي تصوراتي تصويرون بنجي کيس تڙپائيندا هئا.... پر هُو ٻاهر اُن حوالي سان تہ ڪابہ ٻڙڪ نہ ٻوليندو هئو.... بهرحال پوءِ بہ هو پنهنجي تصور جي ديوار تي ڪيترين ئي

المياتي تصويرون پنهنجن اکين ۾ احساسن جي رنگن ۾ بُرش سان چٽيندو ٿي ويو....
هن زندگيءَ کي فٽ پاٿن تي ننگو ٿي نچندي ڏٺو هو.... ۽ هن ئي ڏٺو هو تہ هڪ وئشيا پاڻ وٽ ايندڙن جا پير چهندي بہ اندر ئي اندر ۾ ڪيترين ئي المين سان منهان منهن هئي .... زندگيءَ ۾ سندس چاهہ جي چانڊوڪي جهيڻي پئجي رهي هئي.... سندس آڳاٽو مري ويل مڙس سندس تصور ئي تصور ۾ قبر مان ڪنڌ مٿي ڪري مٿانئس پُونڊن جي برسات وسائيندو ٿي رهيو.... ۽ هُو ڪيس چوندي ٿي رهي تہ هيترو ڪيڙ جو پويان ڇڏي ويو آهين .... اهو ڪمائڻ جيڏو ٿئي تہ بس!
هن ئي ڏٺو هو تہ ڪاري رات جنهن کي ڪيترن ئي ماڻهن قبيح ٿي ڪوٺيو ڪيڏي نہ خوبصورت هئي ۽ ان رات ڪيس دانهيو هو تہ منهنجي فطري حسن ۾ تارن جي جهرمر کي وقت جا جلاد سنگسار ڪرڻ گهرن ٿا.... تڏهن هو هڪ وڏي اوچنگار ڏئي روئي پيو هو.... هن هيڪر چاهيو تہ هو روايتي رنگ ۾ بُرش کڻي پنهنجو ئي چهرو ويهي پينٽ ڪري.... ۽ ان سان گڏ رات جو رنجيده روح بہ ان ئي تصوير جي آس پاس اهڙي تہ انداز سان رنگن ۾ رلمل ڪري اوتي ڇڏي .... جو سيئي شاگرد بلڪ استاد بہ حيران ٿي رهجي وڃن .... پر پوءِ هن ان سوچ کي نظر انداز ڪري هن پيري ٻين شاگردن کي چٽا پيٽيءَ ۾ سرس ڏسڻ جو سوچيو.
چٽا پيٽي واري ڏهاڙي هُو واقعي بہ سرسي ۾ هئا .... هُو هڪ ٻئي کي واڌائي ڏئي رهيا هئا .... سندن نظر ۾ جک مارڻ وارو جوان ميدان خالي ڇڏي ويو هو.



# ڪلاچي

هيءُ انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن آءٌ اجا ننڍي هوس .... مٽي تي ڪڏهن اتفاقن گندي پائينديءَ بہ سُڏ نہ هئم تہ اها ڇاڪاڻ پائبي آهي پيرن ۾ جُتي هجي يا نہ – البتہ منهنجو ڌيان ان طرف ڪڏهن بہ نہ ويو تہ اها جُتي پائبي ڇالاءِ آهي ....؟! امان جي ٻانهن ۾ چمڪندڙ چوڙيون ڏسي مون کي بہ شوق جاڳيو هئو تہ آءٌ بہ چوڙيون پايان ...!

بابا جي مٽي تي گندي نہ ڏسي بہ آءٌ گهبرائجي ويندي هئس .... تہ بابا سان هي کهڙي ٽرئجڊي آهي .... جو نہ گندي پائي ۽ نہ ئي چمڪيليون چوڙيون ....! پوءِ هڪ ڀيرو جڏهن ٻاهراڙيءَ وياسي پنهنجن مٽن مائٽن ۾ تہ اتي تہ رنگ ئي ٻيا هئا .... چاچا کي ڏٺم تہ سنڌءِ سر تي پوسڪيءَ جي وڏي دستار ۽ مرد مٽير جي مُنهن ۾ شهپر ڪنهن مارٽي ڊگي جي سڱن جيان اڀا هوس .... اهو ڏسي آءٌ حيرت جي درياهہ ۾ ڪڏهن پئي ٻُڏان تہ ڪڏهن پئي تران.... ترڻ ۽ ٻُڏڻ جي وچ ۾ سوچن واريون ڪيتريون ئي سنگهرون مون کي سوگهو جهليو بيٺيون رهيون ....! پنهنجي پيءُ ڏانهن پئي ڏسان تہ نہ هُن جي مُنهن تي شهپرن واري شوخي ۽ نہ ئي سندس مٽيادار مٽي تي دستار!

بابا ويهہ پنجويهہ سال پهريان اچي ڪراچيءَ جي ڪاري دار واري علائقي ۾ پنهنجا پڪڙا اڏيا هئا.... بابا ڳالهہ ڪندو آهي تہ تڏهن نہ ئي ڪاري در وارا ۽ نہ ئي باقي ڪراچيءَ وارا ڪي ايترا ڪارا هئا.... ميٺ ۽ محبت وارو ماحول هئو....! ماڻهو پنهنجن قدرن تان قربان ٿيڻ ڄاڻندا هئا .... جيتوڻيڪ عمارتون تہ عاليشان هيون .... پر ايتريون وڏيون بہ نہ هيون جن مان هَٺ ۽ غرور اڀري انسانن کي ايذائي سگهي.... انهن عمارتن ۾ وڏا وڏا ماڻهو رهندا

هئا .... جيڪي اڄ شهر جي قبرستانن ۾ ابدي آرامي آهن .... اهي قدر جيڪي انساني عظمت جا اهڃاڻ هئا .... اهي بہ غالبن انهن سان گڏ ابدي آرام ۾ ڇڻ سمهي پيا آهن .... اڳ عمارتن ۽ پلازائن جي درين ۽ ڪڙڪين تي امن جا اڇا پکي اچي ويهندا هئا .... پر هاڻي انهن ئي عمارتن ۽ پلازائن مان اهڙا تہ نڪا ٿا ٻڌجن .... ڇڻ سانوڻ – مينهن واريون ڪي گوڙيون ڪنوڻيون ....!!

بابا شهر جي روڊن رستن، گهٽين ۽ پارڪن، آفيسن ۽ ٻين ماڳن مڪانن سان مُنهان مُنهن ٿيندي الائجي تہ ڪيئن پنهنجي اسٽائيل ۾ اور نموني جي ادل بدل آڻيندو ويو .... جو ڪيس بہ صحيح نموني ۾ سُڌ نہ پئجي سگهي .... تہ ساٽس هيءَ ڪهڙي ويڌن ٿي رهي آهي ....؟! چاچا جي دستار ۽ شهپر ڏسي تڏهن امان کان پئي پڇان .... ڙي امان! بابا جيڪڏهن مٿي تي گندي ۽ ٻانهن ۾ تو وانگيان چوڙيو نہ ٿو چمڪائي .... تہ گهٽ ۾ گهٽ مٿي تي پڳڙي تہ رکي .... ۽ مُنهن تي شهپرن واري شوخي سجائي ....!! تہ امان امالڪ هڪ وڏو ٺهڪ ٻرائي ڊرائينگ روم مان رنڌڻي ڏانهن لوهہ پائيندي هئي .... ڇڻ رنڌڻي ۾ پيل ٿانو پاڻ ۾ وڙهي پيا هجن .... ۽ هوءَ انهن وچ ۾ ناهہ ڪرائڻ لاءِ ڊوڙي هجي ....!! هونئن بہ امان ۽ بابا واتان ڪيترائي پهاڪا ۽ چوٽيون ٻڌبا رهبا هئا .... جيئن بہ نڪر ٺهڪندا رهندا آهن وغيره اها ٻي ڳالهہ هئي تہ امان ۽ بابا بهرحال ڪڏهن بہ ڪنهن مامري تان نہ اٽڪيا هئا .... ان جو اهم سبب شايد سندن ٻنهي جو پڙهيل لکيل هئڻ ئي هجي!

بابا ڪراچيءَ ۾ نوڪري سانگي جڏهن اچي رهيو هئو تہ آءٌ اڃا ڄميل تہ پري شڪم مادر ۾ منهنجي رُوح جي هوا بہ ڪانہ گهُلي هئي....!!

مون ننڍي وهيءَ کان ئي امان ۽ بابا واتان ”ڪلاچي“ جو لفظ پئي هر هر ٻڌو .... ان ڪانپوءِ اسڪولي ۽ ڪاليجي زندگيءَ واري وهنوار ۾ بہ هِتان هُتان ان لفظ جو پڙاڏو پئي منهنجين سماعتن سان ٽڪرايو ....!! البتہ ان زماني کان پهرين ننڍي وهيءَ ۾ ڪلاچي کي تلاشڻ ۾ مون ڪمال ڪري ڇڏيو .... جڏهن بہ بابو امان ”ڪلاچي“ لفظ اچارين تہ آءٌ پئي آسپاس ڏسان.... اجهو هِتان يا هُتان مائي ڪلاچي ڇڻ اچي رهي هجي .... ! بابا ٻڌايو هئم تہ ڪلاچي اصل ۾ هڪ مائي هئي .... اهو ٻڌي مون کي هيڪاري

وڏيڪ تجسس جاڳندو هئو تہ ان کي ڏسان ڙي ڏسان .... اها ڪلاچي بہ امان وانگر ”مٽي تي گندي رڪندي هوندي .... ۽ سنڌءِ ٻانهن ۾ چمڪيدار چوڙيون هونديون ....!! جڏهن بابا ۽ امان سان ڪڏهن بازار وڃان تہ پئي ڪلاچي ڳوليان .... امان ۽ بابا کان پئي پُڇان ”مون کي ڪلاچي تہ ڏيکاريو“ آءٌ ڪلاچي ۾ پئي گهمان ڦران .... پر سُڌ نہ هجيم تہ ڪلاچي ڪا اهڙي بہ ٿي پئي سگهي. جيڪا هڪ عورت مان بدلجي هڪ وڏو شهر بڻجي وئي هجي .... هڪ اهڙو شهر جنهن ۾ ڪروڙين مرد عورتون رهندا هجن .... اهي مرد عورتون گهرن ۾ .... بازار .... ۾ آفيسن ۾ .... ايئرپورٽن تي .... پيڙين ۾ .... مئخانن ۾ .... ڪتي پهاڙيءَ تي .... جوڙيا بازار ۾ .... منگهو پير تي .... ڪلفٽن .... ڪياماڙي.... منهوڙو .... چڪرا ڳوٺ .... گلشن حديد .... ملير .... لياري .... ۽ ٻين مختلف هنڌن تي ....!

آءٌ هاڻ وڏي آهيان .... پر جڏهن مون ڪراچي پهرين اک سان ڏٺي هئي پهريان پهريان ڏٺي هئي .... ڇا چوان تڏهن ڪراچي ڪيئن هئي....؟! ڪراچي مون کان ڪيترو زمانو اڳ وڏي وڻ ٿي وئي هئي ۽ پيدا ٿيس تہ سچ تہ آءٌ ان کي ڳولي رهي هوس .... هي جي ڳالهيون بابي مون کي ٻڌايون هيون سي ڪوڙيون تہ نہ هيون .... سر غلام حسين هارون، حسن علي آفندي ۽ ٻين ڪيترين هستين هت پنهنجا پنهنجا پير گهمايا هئا. آءٌ شايد پنهنجي لاشعوريت وارين وادين ۾ اها ڪراچي ڳولي رهي هوس.... ان ڳولا ۾ ڳهندي مون سچ جي سونهري ڪرڻن ۾ ڪراچي کي ڪوتا ڳائيندي ڏٺو.... مون هن جي هٿن ۾ اهڙي بانسري ڏٺي جنهن مان امن جا گيت ٻري رهيا هئا منهنجين سماعتن سان مڌر موسيقي ٽڪرائجي مون کي مدهوش بڻائي رهي هئي شهر جي ڪنهن شاهراه جي فٽ پاٿ تان ويندڙ پنج ست ڇڙين جيڏين سرتين ۾ ڪانہ ڪا ”ڪلاچي“ هوندي .... آءٌ پئي انومانن مٿان انومان هڻان هاڻ تہ مون وانگر ڪيترائي ماٺهو هوندا.... جيڪي ڪراچي جي ڳولا ڪندا هوندا .... اها ڪراچي جيڪا سندن سپنن جي سيج تان ڪڏهوڪو اٿي ڪنهن ڪنوار وانگر رُسامو ڪري وئي آهي .... هاڻ ڪراچي جي مٿان چمڪندڙ هر سچ ڇڻ ڪو ڀُوت ٻڌل دهشتگرد هجي.... ۽ ڪيس ماڻهن جي ماس جي تلاش هجي.... اهو سچ ڪڏهن ڪڏهن اهڙا تہ اُلاٽو اڇلي جو

ماڻهو پنهنجن ئي گهرن ۾ محصور بڻجيو وڃن .... شهر جي روڊ رستن جا ڏامر بہ تپي ٽاندا بڻجيو وڃن زندگيءَ ۾ ايترو خلل پئجيو وڃي جو ماڻهو ماڻهو مان بيزار بڻجيو وڃي....!!

امان ۽ بابا هاڻ وري وري مون ڏانهن ٽا ڏسن جڻ آءٌ انهن لاءِ ڪلاچي هجان ”جنهن جو شان ۽ شوڪت مٽيءَ ۾ مٽي ٿي ويو هجي.... عزت ۽ آبروتي ڏاڙو لڳي چڪو هجي.... گهر ۾ پنج ڇهہ غنڊن داخل ٿي مون کي اغوا ڪري گينگ ريپ جو شڪار بڻايو هجي.... آءٌ ڪلاچي جنهن جي باعصمت هئڻ جو خواب منهنجن وڏن ڏٺو هو.... انهن جي اڳيان سسڪيون هڻي رهي هجان....منهنجي مٽي جي گندي لهي چڪي .... ۽ بابا پنهنجي پڳ لاءِ سڙندي پوسرندي ساهہ ڏئي چڪو.... اسان جي گهر واري گهٽيءَ ۾ ڏاڍو گوڙ شور .... امان اسان کي ڏسي لڙڪ روڪي نہ پئي سگهي .... ٻاهر ڪيترائي آواز ”ڪلاچي“ جي وجود تي ٽاندا رکي ٺهڪن مٿان ٺهڪ ڏئي رهيا هجن....!!



## سِرو مليو نہ ئي ڇيڙهو!

”وقت ڪيئن ٿو گذري ....؟! ڪنهن ڇهري تان پردو ڪڇي اُمالڪ هيٺ ڪري يا اکين جا ڇپر کُڇي وري هيٺ ٿين ....! مينهن سمي شام مهل آڪاس ۾ پانت پانت رنگي ڪا وسا ورني ڪر موڙي .... ۽ ڪو بادل برهہ جا بانورا ڳيت ڳائي.... ۽ ڪنهن جي ڇپن تي مينهن مند جو ڪو گيت چٽنگ وانگي چمڪي اجهامي وڃي ....!“

هُن پنهنجي گهر واري گهٽيءَ ۾ بس ائين ئي پٽ تي ويهي اُبتا سبتا ليڪا ڪڍي پئي دل وندرائي .... دل پئي وندرائي يا واقعي هن ابتا سُبتا ليڪا ڪڍي انهن ۾ پنهنجي قسمت يا گذريل وقت جي ڏسائن جي نشاندهي ٿي ڪئي ....!! جيڪڏهن هُن گذريل وقت (جنهن کي هو واپس ورائي نہ ٿي سگهيو) جي ڏسائن جي نشاندهي ڪرڻ ٿي چاهي.... تہ ڇا سندءِ لاءِ اهو طريقو جوڳو ۽ مناسب هو.... تہ هُو وڏو سارو پٽ تي ويهي ابتا سبتا ليڪا ڪڍي .... يا ان کان علاوه سندءِ لاءِ اهو صحيح نہ هو تہ هو پنهنجي گهر جي پنهنجي مقدر جيان ڇنل ٽٽل ڪنهن ڪٽ تي ويهي پنهنجي هٿن جون ريکائون ڏسي ها .... ۽ پوءِ فيصلو ڪري ها تہ انهن ۾ پلا ڪهڙي گهٽ وڌائي هئي.... جو ”وقت“ هُن سان ڪي پال پلائي ويو.... يا ڪجهہ اهڙو ڪري گذريو.... جو ”اج“ سوڏو هُو ان کي وساري يا پُلائي نہ ٿي سگهيو....!!

هُن هڪ ليڪ اوپر کان اولهہ طرف ڪڍي .... جتان اولهہ ۾ سج وڻن ٽڻن پويان پنهنجي لالائيءَ واري لباس ۾ تازو لهي پويان شفق جي شوخي ڇڏي ويو هو ....! ٻي ليڪ هُن اتر کان ڏکڻ طرف ڪڍي... هُن جي ذهن ۾ هڪدم ان طرف سڏ پنڌ تي ڳوٺ وارو اهو تاريخي کوهہ اچي ويو

جتان ڪنهن زماني ۾ وينگسون وندر ۾ ورونهن ڪندي پاڻي پريندين هيون ....!! پاڻيءَ لاءِ گهران نڪرندي سندن هانوَ ۾: ”منهنجي ٻارڙي ڪي لوڏو ڏيو مان پاڻي تي ٿي وڃان“ جهڙو ڪو سندر ۾ سريلو لوڪ گيت ضرور هُريو هوندو .... ۽ پوءِ احساسن جي شدت سبب ان لوڪ گيت سندن چپن جي چانئٺ ڪي ضرور چميو هوندو....!! هُن پنهنجي ان اتر ڪان ڏکڻ ليڪ ڏانهن پيهر وڏي انهماڪ سان ڏٺو .... ڪيس محسوس ٿيو تہ هو ان ڏسا ۾ ان ليڪ سان گڏ اُن ڪوهہ ڏانهن بي اخيار ڇڪبو ٿو وڃي .... جتان سنڌءِ بلوغت واري بهار واري زماني ۾ وينگسي حُسن وڄ وراڪا ڏيندو هو....!! هُن اهو وقت ياد ڪري پنهنجن احساسن جي تلاءُ مان جڻ پاڻيءَ جو ٻڪ پري پنهنجي مُنهن تي وڏو ۾ شديد روئڻهار ڪو ٿي ويو....!

هُن پنهنجو پاڻ ڪي ان ڪوهہ جو ڏول ئي سمجهيو ٿي .... جنهن ڪي ڪن حَسين هٿن ماضيءَ ۾ ان ڪوهہ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ هيٺ لاٿو ٿي .... ۽ پوءِ وري خالي ڪري اونداهين اجگر ڪوهہ ۾....!!

هُو ان ڪوهہ ۾ وهنجندو رهيو .... اهڙيءَ ريت! اهو تاريخي ڪوهہ جنهن مان سنڌءِ وڏن اوجل ۾ شفاف پاڻي پيتو هو.... جنهن مان مئہ ۾ خمار وارا نشا ڪيترن تي چڙهيا هوندا .... ۽ اهي مستيءَ مان ازخود مئخوار بڻجي ويا هوندا....!!

سوچيندي سوچيندي اوچتو سنڌءِ وات مان بي اختيار لفظن جو وهڪرو ڦٽندو ويو. وقت جڻ حسين ٻانهن جي چوڙين جو چمڪو....! ڇهري تي جوانيءَ جو جولان بہ جڻ وقت! وقت شين جي نسبت ۾ ڪيڏو نہ معنيٰ خيز ۽ مفهوم جو حامل ۽ وقت جي گهرائي جڻ اُن ڪوهہ جي گهرائي .... جنهن ۾ ڪنهن زماني ۾ آءُ ڪن هٿن مان جڻ ڏول بڻجي هيٺ ٿي لٿس. هُن انهن ئي ڪيفيتن ۾ پنهنجي ٻانهن ۾ ٻڌل پاڻ جيان پُراڻي واچ ڏانهن ڏٺو ۽ اُن جي سيڪنڊي ڪانٽي جي چپن جڻ پنهنجي سرير ۾ محسوس ڪئي....!!

هُن پٽ تي ڏيان ڏريو تہ ڏٺائين تہ هُو بي خبريءَ وچان پيا بہ ڪيترائي ليڪا زمين تي ٻار جي ڪنهن راند جيان ڪڍي چڪو هو .... انهن گڏ وچڙ ليڪن مان وري سنڌءِ سوچ ماضيءَ جي افق تي ڪر موڙڻ

لڳي ....“ چون ٿا تہ گھڻو پراڻي زماني ۾ اُن تاريخي ڪوهہ جي آسپاس ”چندن“ واڙئي جو خوبصورت باغ هو جنهن ۾ هر سال هر قسم جا ميوا لڳندا هئا....! چندن واڙيون واقعي بہ ”چندن“ هو.... ڪڏهن بہ ڪنهن کي ميوو ڪائڻ کان نہ پليائين.... اُن باغ جو هر ميوو فطرت جي ديويءَ جي اُپريل اُرهہ جيان هو .... جنهن ۾ ايتري تہ مناس ۽ لذت هئي .... جو ماڻهو مست ٿي پوندا هئا .... ۽ هر هر پيا اُن باغ ڏانهن ايندا هئا .... ۽ گيت ڳائيندا.... چندن واڙيون تہ موسيقيءَ ۽ فنونِ لطيفہ جي ٻين شعبن جو زبردست چاهڪ هو .... هُو اهڙن متوالن کان ڳيت ڳانا ٻڌي وجد ۾ اچي ويندو هو.... هُو هر ٽئين چوٿين مهيني پڇنن ۽ صوفياڻن گيتن جي بزم سجارائيندو هئو....!!“

هُن پنهنجي سوچ واري ڪتاب تان ڌيان هٽائي وري پنهنجي ئي ڪيڊيل بي ترتيب ۽ سُٺ جهڙن منجهيل ليڪن ڏانهن ڏٺو ۽ انهن جي مٿان ڏکڻ کان اتر طرف هڪ ڊگهي ليڪ ڪيڊي ڇڏي .... ۽ ان تي پنهنجي سوچ کي سوار ڪري اڳتي وڌڻ لڳو“ آءُ پنهنجي اُن جوانيءَواري زماني ۾ جيتوڻيڪ بستري تي شروعات ۾ هن لڪير وانگر ئي سڌو سمهندو هوس .... پر الائجي تہ پوءِ بعد ۾ پاسا ورائيندي ورائيندي ائين ئي رات گذري ويندي هئي ....! جڻ ڪا ڏائڻ مون سان منهنجي بستري تي گڏ سمهي مون کي گهُٽا ڏيندي هئي .... ۽ آئون مرڻ جي خواهش جي باوجود بہ مري نہ سگهندو هوس....!!

انهن جوانيءَ وارين راتين ۾ ڪنهن جي الفت جي انڌ سان اُلجهندي مون کي بخوبي سُڌ پئي هئي تہ وقت ڪيئن ٿو گذري...؟! وقت جي جبر کي اُمالڪ اکين مان نير وهائي بہ ظاهر پئي ڪري سگهيس .... پر امان جي حساس طبيعت جو شديد اونو هئم .... امان جي اڪيلي ۽ سِڪي پني ڇاول پٽ هئڻ جي ناتي منهنجو ڏُک جڻ مادر جو دک بڻجي ويجي ها .... هونئن بہ هوءَ ان کان اڳ ڪيترين ئي ڳالهين ۽ رد عمل مان پنهنجي منهنجي حوالي سان حساسيت پوشيده نہ رکي سگهي هئي.... مثلاً هُن مون کي کوهہ ڏانهن وري وري وڃڻ کان جهليو هو .... ۽ پڻ منهنجي بي خوابيءَ مان بہ ڪيس محسوس ٿيو هو تہ دال ۾ ضرور ڪجهہ ڪارو آهي “

ان کان علاوه سندم پڦيءَ ٻڌايو هئم تہ جڏهن آءٌ شڪمِ ـ مادر ۾ هوس تڏهن بہ امان منهنجي حوالي سان فڪرمند ئي رهندي هئي .... ۽ ڪيس منهنجي صحيح سلامت ڄمڻ جون ڳڻتيون دامن گير هيون ....!! منهنجي ڄمڻ وارا ڏينهن جيئن جيئن ويجها ايندا ويا تيئن تيئن گهر اڱڻ اڳيان بيٺل نم جو سائو ڇهڇ وڻ غير محسوس طور تي سوڪهڙي ڏانهن مائل پئي ٿيندو ويو....! امان کي جڏهن ان جي سوڪهڙي ڏانهن مائل هُئڻ جو احساس ٿيو تہ هوءَ پيرن کان چوٽيءَ تائين سڄي ڪنبي وئي.... هُن پاڙي پتيءَ وارين پوڙهين پڪين! جن جو تجربو ڪانئس وڌيڪ هو سان اها ڳالهہ اوري جن ڪيس ٻڌايس تہ وڻ جو سُڪڻ ادي ڪو سنو سؤڻ ڪونهي .... وڃ ڪو تائيٿ ٻائيٿ (تعويذ ٻاويذ) ڪرائي پاڻ بہ ٻڌ ۽ ان وڻ کي بہ .... ائي ادي الله پٽڙو ڏينديئي ان ڪم ۾ دير ڪرڻ نہ جڳائي....!!

منهنجي قسمت بس اِها ئي هئي تہ آءٌ شڪم .... مادر ۾ هجان .... ۽ گهر اڱڻ وارو وڻ سوڪهڙي جو شڪار ٿيندو وڃي.... يا منهنجي قسمت اِهائي هئي تہ آءٌ هر هر اُن کوهہ ڏانهن وڃان .... ۽ اتي ڪن هٿن جو (پنهنجي ليکي) ڄڻ ڏول ٻڌجي هر هر هيٺ وڃان ۽ مٿي چڙهان .... يا منهنجي قسمت رڳو اِهائي هئي تہ آءٌ بستري تي سمهي ننڊ جي نور مان پنهنجون اکيون روشن ڪري سگهان .... پر ناڪام رهان....! پوءِ آخر منهنجي قسمت ڇا هئي....؟ بستري تي سمهان ۽ بي آراميءَ واري ڏائڻ اچي مون کي گهوگها ڏيڻ لڳي .... ۽ مرڻ چاهيندي بہ آءٌ مري نہ سگهان .... انهن نيڻن جي قسمت ڀلا ڇا هئي....؟! جن کوهہ تي مون ڏانهن ڦهرين نظر ۾ ڏٺو هو.... ۽ منهنجا طاق لڳي ويا هئا .... آءٌ بہ آخر اُن ماءُ جو پٽ هوس .... جنهن شايد پويان ماضيءَ ڏانهن (جڏهن آءٌ اڃا ٿڃ پياڪ هوس) ليئو نہ پاتو هو .... هُن مون کي کهڙيون سُتيون وڌيون؟ ـ ۽ ڪهڙا تعويذ پارايا ....؟! هُن ڪهڙي قسم جو سُرمو ۽ ڪجل منهنجين اکين منجهہ اوتيا .... جو جڏهن جوان ٿيس .... تہ صفا شرير ٻڻجي پيون ....!! ۽ امان جي قسمت ڇا هئي ....؟! ۽ امان جي امان (يعني مهنجي ناني) ڪيس ڪهڙيون ستيون وڌيون ....؟!ـ جو اهڙي ٻار کي نپائي وڏو ڪري.... تہ بہ سندءِ لاءِ اهو ننڍوئي هجي .... ۽ هوءَ ڪيس هيڏانهن يا هوڏانهن وڃڻ کان روڪيندي رهي .... ۽ اهو سدورو لڄ مان ڪيس پنهنجي

دردن جو داستان بہ نہ ٻڌائي سگهي ....!! ۽ اُن ڪوهہ جي قسمت ڇا هئي ....؟! — پريو پڪليو آهستي آهستي سُڪندو ويو.... ڪنوارا پير، ننڍا نيڻ سپ جا سپ اتان ڪنهن خواب جيان گم ٿيندا ويا....! .... اهو ڪوهہ جيڪو پنهنجن بي نور اکين سان رُنو هوندو .... پر اُن جو روئڻ ڪنهن ڏٺو هوندو.... اي ڪاش! ڪي اهڙا با نور نيڻ هجن ها .... جيڪي اُن جو روئڻ ڏسي سگهن ها....!! اي فطرت تون اُن مهل ڪٿي هئينءَ؟ – جڏهن اهو ڪوهہ پنهنجي سوڪهڙي جي سوڳ وارو داستان توکي ٻڌائي رهيو هو....!! اي فطرت! تون ڪيڏي نہ بي رحم هئينءَ جو اُن ڪوهہ جي وجود کي پوءِ آهستي آهستي ديوين لَيُن ڪِرڙين ۽ ڪانڊيرن جي وجود سان ڍڪيندي وئين ....! اڄ آءٌ ڪيترين ئي قسمتن (ڪوهہ جي قسمت سميت) کي پٽ تي ليڪا ڪڍي تلاشي تلاشي ٿڪي پيس .... پر نہ ڪنهن جو سِرو ۽ نہ ئي ڇيڙو ملي سگهيو. اِن ڪري تون ڪلندي رهہ اي فطرت! تہ مون جهڙو دکي ۽ بدنصيب انسان نہ اڳ ڄمي سگهيو هو.... ۽ نہ ئي بعد ۾ ڄمي سگهندو....“

# سيلابي سال

هُن ڏانهن جڏهن مون پهريون خط لکيو هو .... ۽ ....۽ ....۽ سچ ته اهو ڏانهس مون پاران پهريون ۽ آخري خط هو ....! ۽ اها ڪجهه سال اڳ جي ڳالهه آهي.... ممڪن آهي اهو ڪو سوڪهڙي وارو سال ئي هجي.... يا ممڪن آهي اهو ڪو سيلابي سال هجي ....! (ڪي ڪي يادگيريون شڪن ۽ شبهن جي دز ۾ ڏنڏلجي ويندڀون آهن، ائين ئي جيئن ڪي چهرا تصورن جي تاريڪين ۾ هيٺ مٿي ٿي ويندا آهن ....!) خط لکندي هٿ ڏڪيا هئا.... دل ڏڪ .... ڏڪ ڪئي هئي...." ڪٿي هوءَ .... منهنجي معنيٰ ۾ ناراض ته ڪانه ٿيندي.... ڪٿي هوءَ خط پڙهڻ پڄاڻان پنهنجي معنيٰ ۾ مون کي پاڳل ته ڪانه سمجهڻ لڳندي .... يا متان هوءَ اهو خط عام ته ڪا نه ڪري ڇڏيندي ....!!" لفظ ڏڄي ڏڄي قلم مان ڪاڳر جي ڪينوس تي ائين لکجي رهيا هئا .... لفظن جو مقدر به ته الائجي ڪهڙو هو.... ڪين سندن پڙهڻ واري جي ناراضگي نصيب ٿيڻي هئي.... يا ڪين هن پاران پڙهڻ وارا لمحا ناقابل بيان مسرت ۾ متجي ويڻا هئا .... ڪا خبر ڪا نه هئي....!

منهنجي دل جي ڏڪ ....ڏڪ.... سميت اندر ۾ ڪيترائي انومان ۽ انديشا جابلو ٻوٽين جيان ڳر ڪٽي رهيا هئا .... ۽ آءٌ اندر ئي اندر هتي هُتي پنهنجي تسلي لاءِ هٿ پير هڻي رهيو هوس .... هونئن نفسياتي طرح مون ۾ ڪيتريون ئي بيماريون هيون .... ننڊ ۾ خوفناڪ خواب ڏسڻ .... لڇڻ .... ڦٿڪڻ .... وڻن تي چڙهي وڃڻ.... اتان ڏوُ ڪري اچي پٽ تي پوڻ .... گاڏيءَ جي ٽائرن هيٺان اچي وڃڻ ٽينڊا ڪري رت وهڻ .... ۽ پوءِ ڪنهن پاران اچي ملم پٽي ڪرڻ اوچتو اکين جو کلڻ .... مڙني حادثن جو هوائي توائي ٿي وڃڻ ....!!

ڪيس ڪڏهن ٻڌايو هئم : ”منهنجي زندگيءَ ائين آهي .... مون کي ڊيڄاريندي نہ ڪر .... مون کي ڪي سونهاٽا خواب آڇيندي ڪر .... آءٌ ڀيانڪ خوابن جو ڊيڄاريل شخص آهيان .... هڪ ڀيري خواب ڏٺم تہ ڪا مائي فوت ٿي وئي آهي .... ٻئي ڏينهن سچ تہ ماءُ موڪلائي ويم .... وري هڪ دفعي خواب ۾ حادثاتي موت ۾ مري ويس.... تہ ناڪام زندگيءَ جي نوحي واري ڪهاڻي لکيم....“

تہ هن هڪ وڏو ٿهڪ ڏنو .... سنڌ ٿهڪ جڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي پٿريلن رستن سمان هو .... جن تي اسان ٻئي زندگيءَ جي مختصر ساعتن جيترا لمحائي گڏ گڏ هليا هئاسين .... ۽ پوءِ .... جڻ ڪنهن ڊرامي جو سين هو .... اکين اڳيان ترورائي ترورا هئا .... هڪ اڻ ڪٿ خلا هو .... ۽ هاڻ بہ....! ۽ شايد اڳتي بہ ....!

نوٽ بُڪ تي ڪجهہ هيئن لکيو هئم : رياضيءَ جو منجهائيندڙ حساب ....

اکين کي سمجهي نہ سگهندڙ اکيون ....
دل کي سمجهي نہ سگهندڙ دل ....
لفظن جي مناس ۾ مري ويندڙ....
دل کي ڪهڙي خبر .... تہ اڳئين
جي دل ۾ ڇا آهي ....؟
زندگي ....باوَسن جي ديس ۾
بي وسيءَ جو ڪشڪول ....
ڪير سچا سڪا وجهي تہ ڇا....
ڪير ڪوڙا وجهي تہ ڇا....
پوءِ بہ زندگي ....!

ءُ....ءِ ....ءِ .... پوءِ .... آسپاس ڏسندي! متان ڪو ڏسندو هجي ....! نوٽ بُڪ ائين بند ڪيو هئم .... جڻ پنهنجي ئي زندگيءَ جو دفتر بند ڪندو هجان ....!

ڪنهن گاڏيءَ جو هارُن وڳو هو .... شايد ڪنهن کي وٺي وڃڻ واري گاڏي هئي .... مون فيڪلٽي جي سيڙهي تان ڇرڪ ڀري اُٿي ڏانهس ڏٺو

هو .... گاڏي منهنجي ويجهو اچي رهي هئي .... جيئن ئي ويجهو پهتي .... ايمبولنس.... اندر ڪو بيمار ماڻهو ليٽيل هو .... ﮬ زائفائون ڪيس وچٺو هٺي رهيون هيون.... منهنجي وات مان فقط ايترو نڪتو.... ” اي ڪاش! ....!“

دل جي ڌڪ .... ڌڪ ﭬڌائي رهي هئيم : شايد ڪو شاگرد هجي .... يا شايد ڪا شاگردياڻي .... علم سان الجهندي ڪڏهن ڪنهن ڪنهن سان ڪو مرض ﮬ ملاقي ٿي پوندو آهي .... جيئن .... ۽ .... دل جي ڌڪ .... ڌڪ اهو ﮬ ته ﭬڌائي رهي هئم ته ڪنهنجي موهه سان مُنهان مُنهن ٿيندي ﮬ ته ڪو مرض لاحق ٿي سگهي ٿو.... ۽ ماڻهو اُن وڻ سمان ڍِڪ ڏي ٿو جيڪو بظاهر ته ڇهچ سائو ئي هوندو آهي ليڪن اندران ئي اندران ڪيس ﭙُنگ لڳي چڪو هوندو آهي ....!

ڪنهن جي اندر جي ڪهڙي خبر ....؟ اڪيون جيڪي ظاهر ظهور ڏسڻ ۾ ٿيون اچن .... انهن جي اسرار جي ﮬ ته سڌ نه ٿي پئي .... ۽ چپ جيڪي چُمن ٿا .... ۽ چپ جيڪي چمجن ٿا .... انهن بابت ﮬ الاس! ڪا سُڌ .... نه ئي پتو....؟

ڪٿي چميا ويا .... ڪٿي چميائون ....؟! ۽ هوءَ ﮬ ته ائين ئي ڪا اسرار هئي .... جيڪا اڪين جي رستي سندم دل ۾ پوڪجي وئي .... ( ڪي ڪي فصل واقعي ﮬ لڻڻ لاءِ پوڪيا نه ويندا آهن ....)

صنوبر جي سائي ۾ ﭬيهندي هُن مون کي چيو هو: تون سونهاڻن خوابن جي ڳالهه ٿو ڪرين .... اهي ته عارضي هوندا آهن .... انهن کي ﭙنهنجي زندگيءَ جيان ڪوبه دوام ڪونهي ....البت محبت جيڪڏهن سچي هجي ته دائميت پائي سگهجي ٿي ۽ فنا ﮬ نٿي ٿي سگهي .... پر ....!“ هوءَ پر.... پڇاڙان ﭙنهنجي ڳالهه اڌوري ڇڏي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳي هئي .... ۽ .... ۽ آءٌ سندءِ ان انداز تي حيران ۽ پريشان ٿي ويو هوس ....!!

حيراني .... ۽ پريشانيءَ کي جيڪڏهن پاڻمرادو ڪا معنيٰ ڏجي ته ڏئي ﮬ سگهجي ٿي .... نه ٿي ﮬ ڏئي سگهجي.... مون انهن حيرانيءَ پريشانيءَ وارن گڏيل احساسن وچ ۾ من ئي من اندر شيخ اياز جي شاعري جنهن ۾ صنوبر جي سائي جو ذڪر اچي ٿو....جهونگارڻ شروع ڪئي:

صنوبر جي سائي ۾ ويهي رهون
چُمي جيئن سگهي چنڊ تنهنجون چڳون
گهڙيءَ لئہ گناهہ محبت ڪريون
نہ شايد وري زندگيءَ ۾ ملون

ان شاعريءَ کي اندر ئي اندر جهونگاريندي رڪي رڪي ڪنهن ويل چپن کي بہ جهٽڪو ٿي آيو.... تہ هُن کي بہ شڪ پئي پيو .... آءٌ ڪجهہ نہ ڪجهہ چئي رهيو هوندس .... آءٌ ڪو اهڙو برملا اظهار ڪرڻ چاهيندو هوندس .... جيڪو اظهار بذات خود مون کي بہ ڏيجاري رهيو هوندو .... ڇاڪاڻ تہ آءٌ ڏڄڻو اصل ڪان ئي هوس ....!!

ها .... ها .... هُن کي بہ بخوبي سڌ هئي تہ آءٌ ڏڄڻو آهيان ....

.... شڪ پڄاڻان هوءَ مون کي چئي رهي هئي. "ڏڄڻا ماڻهو زندگيءَ ۾ خودڪشي جو بہ سوچي نہ سگهندا آهن .... جڏهن تہ وڏيءَ دل وارا ماڻهو بلند پهاڙن جون چوٽيون سر ڪري ويندا آهن ....!" سندس آواز ۾ جيتوڻيڪ ڪجهہ تلخي هئي .... پر پوءِ بہ الائجي تہ ڇو سندم سماعتون ان کي گوارا ڪري رهيون هيون .... انهن سماعتن لاءِ سندس لفظ گلاب جي ٻوٽي مان ڇڻندڙ ڇڻ ڪي پنکڙيون هيون .... " ڪي ڪي اذيتون لزت ڀڄي وجود مٿان ڪرنديون آهن ....!" مون چپن ئي چپن ۾ پڙڪيو! گلاب جي ٻوٽي مان پنکڙيون اجا بہ ڇڻي رهيون هيون .... هوءَ ڳالهائي رهي هئي .... ها اذيت، لذت ڀڄي وجود مٿان ڪري رهي هئي ....!

ها .... ها .... پوءِ اسان وچ ۾ ٻن ڏينهن جو وقفو پئجي ويو هو .... تہ محسوس ٿيو هئم .... زندگيءَ جي ريشمي ڪپڙي ۾ ڪا گهاري پئجي وئي آهي .... ها ان جي عيبن کي آسمان تڪي رهيو آهي .... انهن ٻن ڏينهن دوران آسمان جي بي نور اکين ۾ الائجي تہ ڪٿان نُور اوتجي آيو هو.... ها هُو پنهنجي بانور اکين ۾ ڇڻ مُرڪ جا موتي پوئي مُرڪي رهيو هيو ....!! فيڪلٽيءَ واري لان تي ٿهڪن جا ڏوڙيا پئجي ويل هئا ....!!

" ڪير ڪنهن جو هو.... ڪير ڪنهن جو نہ هو.... سماعتون ٻڌي شل پئجي رهيون هيون .... زندگيءَ ڄڻ ٻن پريمين جي ڏش مان پيٺ پري هٿ مُنهن ڏوئي طنز جي ٽشو پيپر سان پنهنجو چهرو اُگهي رهي هئي ....! ٻن

ڏينهن پڇاڙڻان هوءَ وري اچي مون سان ملي هئي تہ آسمان جو رنگ زرد پئجي ويو هو.... ۽ زندگيءَ جي گهڙيال گهڻتي وڃائي وصل جي واڌائي ڏني هئي.... پر هوءَ ڏاڍي مايوسي تي ڏٺاڻي.... پڇيومانس "خير تہ آهي .... زندگيءَ جهڙوڪ مشڪل حساب تہ پڙهائي دوران درپيش نہ آيو".... "چيائين تہ نہ پُڇ تہ ڇا پيش آيو....! پر آءٌ ايترو ضرور ٻڌايان ٿي تہ منهنجو يونيورسٽيءَ ۾ اڄ آخري ڏينهن آهي ....!" " آخري ڏينهن.... !!!" مون سندس ئي لفظ ورجايا " ها آخري ڏينهن ....!!" هن ٻيهر پنهنجائي لفظ ورجاياَ منهنجين سماعتن مان سندءِ اهي لفظ پڙاڏا ٿاهيندا وجود جي ويراني ۾ لهندا ويا.... آخري ڏينهن .... آخري ڏينهن !! ۽ .... ۽ .... ۽ پوءِ.... هُن پنهنجو ڏس پتو ڏنو هو.... پر تاڪيد سان چيو هوس: خط نہ لکجان .... "منهنجين يادين سان ضرور وندرجان ....!!! .... ۽ .... ۽ .... ۽ پوءِ .... منهنجو ڏانهس دلي احساسن جي مجبوريءَ وچان لکيل اهو پهريون ۽ آخري خط هو.... جيڪو پوسٽ نہ ڪري سگهيو هوس ....! ۽ .... ۽ .... ۽ اها ڪجهہ سال اڳ جي ڳالهہ آهي .... ممڪن آهي اهو ڪو سيلابي سال هجي ....!!!

❍

## پان جي پڪ ۾ نفرت جو اظهار!

هُو منهنجو دوست هو .... گهرو دوست ....! گهرائي چاڪاڻ تہ دوستيءَ جي هڪ وصف آهي .... ۽ ٻي وصف آهي خلوص.... ! خلوص سان ئي دوست ۽ دوستي سجاتا ويندا آهن .... هُن ۾ اهي خاصيتون اتم هيون يا ادنيٰ ....؟ ان لاءِ منهنجي خيال ۾ پوءِ ويچارجي .... پهريان هن جي پان کائڻ ۽ ٿُڪڻ واري عادت خاصيت تي ويچارجي ....! هر هر پان کائڻ سبب هُن وک وک تي پئي ٿُڪيو ۽.... ۽ اهڙيءَ ريت اسان جي دوستي پان جي ٿُڪن جي نذر ٿيندي رهي ....!!

مون کي هونئن بہ پان ٻان کائڻ کان اصلؤن نفرت هئي .... پر هن سان منهنجي دوستيءَ واري تعلق مون کي هن جي روبرو اهڙي نفرت جي اظهار ڪرڻ کان روڪي ٿي رکيو .... پر پوءِ بہ آءٌ ڪيترو ٿي پاڻ کي روڪي سگهيس ....؟! پان کائڻ اسان جي ڪلچر جو حصو نہ هو.... ان ڪري هڪ ڏهاڙي مون کان منهنجي ضبط جا بند پڃي پيا .... ۽ هڪڙو مهذب طريقو نفرت جي اظهار لاءِ مون کي بہ سُجهي آيو.... ساڻس ملاقات کان چند لمحا پهريان مون پنهنجي پئسن مان هڪ پان خريد ڪري وات ۾ وڌو .... پان چٻيندي چٻيندي اوچتو اُلٽي اچي ويم .... اُها اُلٽي مون پاران نفرت جو هڪ انوکو اظهار هو .... جنهن کي هُو سمجهي نہ سگهيو.... اٽلندو هُو منهنجو همدرد بڻجي پان کائڻ جا طور طريقا ٻڌائڻ لڳو.... ۽ سمجهڻ لڳو تہ آءٌ سندءِ صحبت ۾ پان کائڻ واري عادت / خاصيت اپنائڻ لڳو هوس .... پر پوءِ ايندڙ ڏهاڙا سندءِ لاءِ ڏاڍا نراسائيءَ وارا هئا....!!!



## درزي جو دماغ ۽ جبلت جا جيوڙا!!

درزي جڏهن بہ پنهنجي ڏنڌي تي ويهندو آهي تہ هُو اهو ڪونہ ڏسندو آهي تہ هي ڪپڙو اعليٰ ڪوالٽيءَ جو آهي يا لو Low ڪوالٽيءَ جو.... پر ڪيس ڏسڻو اهو هوندو آهي تہ اُن ڪي سبيندي هوُ اُن ۾ پنهنجي جبلت جي بيماريءَ وارا ڪيترا جراثيم داخل ڪري ٿو سگهي .... تہ جيئن اهي لٽا جيڪو بہ شخص پهري.... تہ سندءِ جبلت وارا جراثيم ڪيس چُهٽي وڃن.... ۽ هُو وري وري پنهنجا ڪپڙا ڏانهس ئي سبرائڻ لاءِ ڪٽي ڊوڙندو اچي....!!

❍

## هوُ ڪرائي جو قاتل ....!

هُو ڪِرائي جو قاتل ڪڏهن بہ ڪُتي ڪي گولي نہ هڻندو.... چاڪاڻ تہ هن ڪي بخوبي سڌ آهي تہ ڪتي ڪي ڊگها ۽ تکا ڏند ٿين....! ان سان گڏ سندءِ هاضمو بہ تيز ٿيندو آهي....!!

❍

## خواب نامو

آءٌ پنهنجي ننڊ جي دفتر ۾ سالن ڪان نيڻن ڪي قلم بڻائي خواب نامو لکندو رهيو آهيان.... آءٌ خوشنصيب آهيان يا بدنصيب.... پر مون ڪي ننڊ لاءِ ڪنهن بہ قسم جو دارون نٿو وٺڻو پئي....! اهو خواب نامو منهنجي جيون جي آخري رات تائين لکبو رهبو.... منهنجي نيڻن جي پٿرائجي وڃڻ تائين....!!

❍

## خط ۾ خواب

منهنجين اکين رات هڪ خط تحرير ڪري مون ڏانهن ئي پوسٽ ڪيو .... البت صبح ٿيندي ئي منهنجي سجاڳ ٿيڻ سان اهو ننڊ جي بي ايماني ۾ خواب جي نذر ٿي ويو....!!



## ننڊ ۾ ....!

ننڊ ۾ منهنجي ڪهاڻي خواب اُٿي رهيا هئا .... ۽ آءٌ ٿڪن ۾ روئي رهيو هوس .... ۽ خماريل رات پنهنجي پلئو سان منهنجا لڙڪ اُگهي رهي هئي....!!



## زندگي ....!

زندگي ڪيتري نہ مختصر آهي .... چڻ اماوس رات ۾ ڪو ڪُڙ ڪبيتو ڪِلي .... ۽ پوءِ خاموش ٿي وڃي....!!

ڪنهن پوپٽ جي ڳُل ڏانهن اڏام جهڙي زندگي ڪيڏي نہ پر فريب هوندي آهي .... ۽ ڪيڏي نہ دلڪش....! محبوبہ جي نيڻن ۾ پنهنجي نصيب جي ننڊ ڳوليندڙ اُن عاشق جو اوجاڳو بہ تہ زندگي آهي .... جيڪو ڪڏهن بہ پنهنجو انت نہ ٿو لهي سگهي....!!



## اڪيلائي ....!

اڪيلائيءَ ۾ هوندي محسوس ٿيندو آهي تہ اسان سان ڪو ڳالهائي رهيو آهي .... ڪلي رهيو آهي.... پر جڏهن آسپاس ڏسندا آهيون تہ ڪجهہ ناهي هوندو.... خواب بہ ڪجهہ اهڙي ئي طرح جا هوندا آهن ....!! ۽ ان ڪي ننڊ جي هڪ قسم سان بہ تعبيري سگهجي ٿو.

❍

## پيئائي!

پيئائي! توڪي تنهنجي ”جاڳ“ جو قسم تہ تون مون ڪي پنهنجي هن سٽ جو مفهوم ۽ فلسفو سمجهاءِ! ”سُتا مر سُونهن، ننڊ عبادت انهن جي“.

❍

## خواب ۽ هار سينگار

رات منهنجين اکين جي آرسيءَ وٽان ڪو خواب ڦٽي ڏيندي گذريو.... حيرت مان پنهنجو پاڻ کان پُڇي وينس: ”ڇا خوابن بہ هاڻ هار سينگار ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي ....؟!“

❍

## خواب ۽ ڪتاڻ جي بيماري

رات خواب منهنجن نيٽن ڪي ليما سمجهي انهن مان عرق ڪشيد ڪري رهيا هئا .... تہ ڪنهن حاذق حڪيم ڪان ٻڌل اِهو جملو ياد اچي ويم تہ ڪڏهن ڪڏهن خوابن ڪي بہ ڪتاڻ جي بيماري ٿي پوندي آهي ....!!“

❍

## ”صاحب“ ۽ نيم - حڪيم

هڪ ”صاحب“ گوڏن ۾ شديد سُور هئڻ سبب پنهنجي نوڪر کان زور ڏيارائي رهيو هو ته مٿان اوچتو سنڌ ۽ واقفڪار ڪونيم حڪيم اچي وارد ٿيو .... ۽ هُو اهو سڀ ڪجهه ڏسي ”صاحب“ کي مخاطب ٿيندي چوڻ لڳو سائين اسان لائق ڪا خدمت؟“ صاحب چنگهندي ڪيس وراڻيو : ”اِهو ئي ته اوهان واري ڪيل اڳوڻي خدمت جو نتيجو آهي .... جو خاص گوڏن جي سور لاءِ نوڪر بيهارڻو پئجي ويو....؟!



## اظهار جي آزادي

چون ٿا هن ديس ۾ اظهار جي آزادي ناهي .... پر رات جو دير دير تائين گدڙن جون اُناڙون ۽ ڪُتن جون ڀؤنڪون آخرڪار ڪٿان ٿيون اچن ....؟!



## مسجد ڏانهن ....!!

هُو پري کان تسبيح سوريندي مسجد ڏانهن اچي رهيو هو ....! هن کي ايندو ڏسي فرض نماز جي تياريءَ ۾ بيٺل نمازي ڏانهس ئي متوجه ٿي ويا.... هوُ جڏهن مسجد ۾ داخل ٿيو ته ڪانئس هڪ وڏي ڇڪ ڇڏائجي وئي .... ته مڙني نمازين جا وجود ئي ڪنبي ويا....“ شڪر ٿيو جو خودڪش ڌماڪو نه هو....!“ انهن چيو....!



# زندگي صاحباڻي گھر ۾ ....!

آءٌ هڪڙو ادنيٰ خادم آهيان .... ۽ صاحب ته بهرحال صاحب ئي آهي .... بدن ۾ ڀريل .... ٿلهو متارو .... مُنهن ۾ مرداڻي هشمت .... شهپر صفا چٽ .... ۽ ڏاڙهي روز ڀيو شيو ڪرائي....! نئين شادي، نئون ماحول نئين زندگي نيون خوشيون .... نوان ترانا .... .... نوان احساس .... نيون امنگون .... نيون آرزوئون....! هماليه جبل جي چوٽيءَ تان بيهي جڻ زندگيءَ کي ڀيو ڏسي ....!! ڪير آهي جيڪو ساڻس ڳُلهو ملائي همسريءَ جي هام هڻي....؟! سنڌءِ دفتر ۾ ڪم ڪار جي سلسلي ۾ ماڻهن جي اچ وڃ، ڪجھ پيسا ڪجھ سفارش .... ڪن جا ڪم ٿيندا .... ڪن جا نه به ٿيندا.... ماڻهو ڪيس گاريون ڏين ته ڇا.... دعائون ڏين ته ڇا.... پوءِ به صاحباڻي زندگي ....! آءٌ پنهنجي غريباڻي گھر مان پُراڻن لٽن ۾ ٿو.... ٿو.... ڪندو جڏهن صاحباڻي گھر جي دائري ۾ داخل ٿيان .... ته مزاج ئي بدلجيو وڃيم.... جڻ آءٌ ڇائو نپنوئي اهڙي گھر ۾ هجان....!

جنهن ماڻهوءَ جو تازو پرڻجي آيل عورت جي وڏيل اُرهن ۾ اُتساهه رهيو هوندو.... ان کي ڪنهن مٺي ميوي جي ذائقي جو شديد احساس هوندو ....! منهنجي زندگي صاحب جي گھر جي دائري اندر نئين نويلي عورت جي وڏيل اُرهن جي احساس ۾ ٻڏي تري رهي آهي .... ۽ آءٌ جڻ ڪنهن ميوي کي چٻائيندي ان جي ذائقي جي شديد وڻندڙ احساس مان گذري رهيو آهيان .... آءٌ پنهنجي صاحب جو انتهائي شڪر گذار آهيان جنهن مون جهڙي ڪميڻي کي پنهنجو ادنيٰ نوڪر بيهاريو.... نه ته هُن کي ڳولا سان ڪو ڇڱو چوکو نوڪر ملي ٿي سگهيو ....! منهنجي زندگيءَ صاحب جي گھر جي دائري جي اندر بيوقوفيءَ جي حد تائين پلي آهي .... جڏهن ته آءٌ پنهنجي گھر جي دائري اندر داخل ٿيان ٿو ته اُها ڏاهپ جي حد تائين ڏنگيندڙ لڳي ٿي ....!! اوهان ان بيوقوفي ۽ ڏاهپ جي حد جا ڇيڙها ملايو.... ڏسو ته ڪهڙو نتيجو ٿو نڪري .... ۽ مون کي ڇڏيو ته آءٌ اُن صاحباڻي گھر جي سيوا ۽ ان جي ادنيٰ خادم طور پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو رهان ....!!

## آءٌ رستو.....!!

آءٌ عام رواجي رستو ڏيئي وڃي رهيو هوس ڪنهن منزل ڏانهن .....!! جيتوڻيڪ پوري سڌ نہ هئم تہ منهنجي منزل ڪهڙي ۽ ڪنهن طرف آهي .... ؟! ۽ اها بہ ڄاڻ خير ڪا هئم تہ رستي تي اڳيان ڪيترا خطرناڪ ۽ منجهائيندڙ موڙ اچڻا آهن .....؟!

ٻيا بہ ڪيترائي مسافر هئا جيڪي ان رستي تي محوسفر هئا .....! آءٌ انهن جي احساسن کان قطعي اڻ واقف ٿي هوس.....!! ۽ هو بہ يقينن منهنجن احساسن کان اڻ ڄاڻ هئا...!! اها ٻي ڳالهہ هئي تہ سندن پيرن ۾ ٽنگن ۾ ڏکندڙ درد شايد منهنجي درد جهڙو ئي هو .....! هنن پنهنجي مسافت ۾ جيڪي درد پاٽي سمجهي پيتا ٿي .....! مون بہ ڪماحقہ اهڙي ئي قسم جا درد پاٽي سمجهي پئي پيتا .....!!

منهنجي ماءُ جڏهن مون لاءِ ٽڪ تي رلي سبي ٿي .... ۽ سندم شادي جي تيارين ۾ هئي تہ ڪيس ايترو اونو ضرور هو تہ هوءَ ان رليءَ ۾ مون لاءِ سڀ خوشيون دُعا هاڻن ٽوپن ۾ ٽوپي ڇڏي.....!!! پر هوءَ پنهنجن احساسن واري رستي تي هلندي پٽڪي وڃي ڪنهن ٻئي پار پهتي: قصو ڪجهہ هن طرح هو تہ مون کان اڳ ڪيس هڪ پوٽينيءَ جو پُٽ ٿيو هو.... جنهن جي هو پوڄا ڪندي خدا کي وساري وئي .....! خدا جنهن رزق جو ذمو کنيو هو .... ۽ رازق هو.... اُن بجاءِ هوءَ پنهنجي پوٽينيءَ واري پٽري ۾ سڀ آسون اميدون رکڻ لڳي.....!چي : ابا! وڏو ٿي مون لاءِ ڪمائي ڪٽي ايندين .....! مون لاءِ روزي رزق جو بلو ڪندين .....!! ڪيس اهو مري ويل پوٽينيءَ جو پُٽ ياد اچڻ لڳو .... ۽ سندءِ اکين مان زارو زار پاٽي وهڻ لڳو .....! منهنجي لاءِ نهندڙ اُها ٽُڪ تي رلي پوءِ سندءِ من ۾ ڄڻ درد جو درياهہ بڻجي وهڻ لڳي .... ۽ اُن درياهہ ۾ امان غوطا کائيندي منهنجي خوشيءَ کي ماتم ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.....!!

آءٌ رستي تان ٿيڙون ٿاٻا کائيندو وڃي رهيو هوس تہ اوچتو رستي جي پير ۾ هڪ قبر تي نگاهہ پيم .... ۽ ڪتبي تي منهنجو نالو .... آءٌ جيڪو واپس ورڻو نہ هوس.....!!!



# هاءِ! منهنجو دوست.....!!

اُهو دشمن – جنهن کان آءٌ ڪنبندي وونءَ ٿي ويس – سڏ ئي نہ هئم تہ اهوئي منهنجي دلي دوست جو ميزبان بڻجي سنڌءِ آڏر–ڀاءَ ۾ ڪا ڪسر ڪونہ ڇڏيندو.....!!

ڪي اڻ ٿيٽيون، ٿيٽين جي ڪاتي ۾ هليون ويندڙيون آهن تہ وري ڪي ٿيٽيون، اڻ ٿيٽين ۾ .....! – اوچتو هڪ اهڙو گهنڊ وڄڻو هو جنهن لاءِ البتہ سماعتون تيار نہ هيون .....!!

ڪيترن ڏينهن کان ڪن مصروفيتن ۾ دوست پاران اچڻ جو ٻڌايل پروگرام رڳو ان ڪري ئي وسري ويڄڻو هو .... جو دشمن جي تيز تيز ۽ ڳاڙهين اکين مان ويجهڙائيءَ ۾ مون عجيب لقاءَ ۽ ارادا محسوس ڪري ورتا هئا.... ۽ اهو اندازو لڳائڻ بخوبي آسان هو تہ ويجهي وقت ۾ چا چا نہ ٿي گذرڻو آهي ....؟! پر پوءِ بہ منهنجون مصروفيتون هيون .... جيڪي نہ رڳو عزيز .... پر جاري ساري هيون .....!!

مون کي جڏهن ڪن ماڻهن ٻڌايو تہ تنهنجو دلي دوست ٻين درن تي وتو دعوتون کائي .....!! اهو ٻڌي هيڪار تہ حيران ٿي ويس .... ! پر پوءِ ٿڌي دماغ سان ويهي ان تي ويچاريم .... تہ ذهن چيو .... اُن ۾بہ ڪا مصلحت هوندي.... ؟ آئون اهڙي قسم جي سوچن ۾ هوس تہ ڪنهن با اعتماد ساٿي اچي ڪن ۾ ڀُڻڪو ڪيو: ”هاڻ توکي بہ ميزبان ٿيڻ کپي .....! ”مون وراڻيو: ”پر ڪنهن جو.....!“ چيائين“ ان شخص جو..... جنهن تنهنجي دوست جي مهماني جهلي.....!!“آءٌ تہ پاڻي پاڻي ٿي ويس اهڙي تجويز تي .....!! هُو وري بہ چوڻ لڳو : ” هاڻ توکي بہ ميزبان ٿيڻ کپي .....!“ هن پاران ساڳيو ئي جملو بہ ٻيهرا ورجائڻ تي .... منهنجي دل جي ڌڪ .... ڌڪ .... وڌڻ لڳي هئي .... منهنجي اندر مان اهو جملو موٽ کائي منهنجي چپن ۾ خاموش .... خاموش .... ڦٿڪڻ لڳو : ” مون کي بہ ميزبان ٿيڻ کپي .... مون کي بہ ميزبان ٿيڻ کپي .... مون کي بہ ميزبان ٿيڻ کپي “ ۽ پوءِ منهنجين اکين مان لڙڪ لارون ڪري وهڻ لڳا .... ”هاءِ منهنجو دوست .... هاءِ منهنجو دشمن .....!!!“

## بگ بئنگ Big- Bang

چؤطرف چپ – چپات هئي – جڻ خاموش عبادت جو ماحول هو. آءٌ پنهنجي بستر نما محل ۾ اڌ جاڳ " اڌ ننڊ ۾ هوس خدا ستين آسمان تي براجمان جڻ پنهنجن فرشتن سان محو گفتگو هو. ڪو سنجيده موضوع جڻ سندن گفتگوءَ جي محور ۾ هو. فرشتا ماڻهن جي ننڊ تي سوچي رهيا هئا ننڊ جيڪا فطري هئي ۽ قدرت طرفان کين تحفي طور عطا ڪئي وئي هئي اها بي ڳالهه هئي تہ ڏرتيءَ تي ڪن ماڻهن کي ڪا نہ ڪا گوري کائڻ سان ئي ننڊ ٿي آئي ....!

ننڊ جنهن کي لطيف عبادت سان ڀيٽيو هو:

**" سُتا مر سونهن، ننڊ عبادت انهن جي"**

آءٌ اڌ ننڊ ۽ اڌ جاڳ واري ڪيفيت ۾ ئي هوس جو محسوس ٿيم تہ ڪو هٿياربند شخص منهنجي بستري – نما محل مٿان بيهي منهنجو نشانو وٺي رهيو هو.... ! آءٌ ان ويل دل جي ڌڪ ڌڪ سان اڳئين ۽ پاسي واري ڪيسي ۾ هٿ هڻي غريبيءَ جو استعارو بٽجي رهيو هوس ....!

ڏينهن جو مون ڪنهن اخبار مان وچون ڌاڙيل جي واردات متعلق خبر پڙهي هئي. اها جو ياد آيم تہ ڀانيم وچون ڌاڙيل مون مٿان هٿيار تاڻي بيٺو آهي....! آءٌ هاڻ پنهنجي ليکي پنهنجي بستر نما محل سميت زلزلي جي زد ۾ هوس تہ اوچتو وڏو ڌماڪو Big Bang ٿيو....! ڌماڪي سان ئي منهنجي سجاڳيءَ جي مڪمل ڪائنات وجود ۾ اچي وئي ....!! امبر ڏانهن اکيون کڄيون تہ ڏٺم منهنجي مٿان آڪاس ۾ ستارن جي سٿ ۾ هڪ پٽون (وچون) چمڪي رهيو هو....!!!



# هڪ ڀيانڪ خواب جي پڇاڙي!

هُن جي سُڏڪي مان زندگيءَ جي شڪست جهڙو ٿڪ ايريو ... ته حيران ٿي ويس....! اڳ ته هن حوصلي واريون ڳالهيون ٿي ڪيون ... ۽ اڄ ....

هن ڇا ٿي چوڻ چاهيو موبائيل فون تي ....؟ - ۽ ڇاڇئي ويو هو ....؟ - هن جي آواز ۾ اڳ اهڙي ڪنبڻي ۽ خوف ته مون ڪڏهن به محسوس نه ڪيو هو....! اڳ هُو ڳالهائيندو هو ته مون کي هزارين حوصلا ملندا هئا ....! پر هاڻ انهن حوصلن تي به خزائون اچي رهيون آهن ....! خزائون — جيڪي بهارُن جون قاتل هونديون آهن ....! خزائون جيڪي اکين جي آڪاس ۾ آگم آڻينديون آهن ۽ منهنجي اکين جو اڪاس آگم آگم بڻجي رهيو هو .... دل ۽ دماغ کي يقين ئي نه پئي آيو. ته هُو ايئن غير رواجي نموني ڳالهائي سرير تي سوڳواريءَ جا ستر پوش اوڍائي سگهي ٿو. ”آءٌ انتهائي اونهي پاتال ۾ ڪري رهيو آهيان .... ڌرتي جي گرهه کان گهڻو گهڻو هيٺ ٻي ڪنهن ڌرتيءَ تي پهچي رهيو آهيان ....! توکي يقين اچي يا نه ....! پر هيءَ حقيقت آهي .... ۽ ڪي حقيقتون، آويساهيءَ ۾ وڙهنديون آهن. آءٌ جنهن ٻي ڌرتيءَ (گرهه) تي پهتو آهيان .... اتان پاڻ واري اصلي ڌرتيءَ جو هيٺياهون پاسو آڪاس جهڙو آهي .... ان ۾ تارا ٽمڪي رهيا آهن .... پريان هڪ چنڊ چمڪڻ جا سانبها به ڪري رهيو آهي ....! هتي جا واسي ٻڌائي رهيا آهن ته

هن آڪاس ۾ هڪ وڏو چمڪندڙ گرهه سج به هئو. جيڪو ڪروڙين سال اڳ گم ٿيو ته وري نظر ئي نه آيو...! ۽ اهو به ٻڌائي رهيا آهن ته هتي ” موت“ جهڙي ڪابه شيءِ نه آهي — رڳو زندگي ئي زندگي آهي ....!! زندگي به ڏِين جي وجود جهڙي .... جو ڪيس هٿ لائجن ته هٿ زخمجن .... جي پير لائجن ته پير زخمجن ....!! ”زخمن جي ڳالهه ڪندي هن جي سُڏڪي مان وري به زندگيءَ جي شڪست جهڙو هڪ ٿهڪ اڀريو....!!!

حيرانيءَ ۽ ڏک جي گڏيل سڏيل ڪيفيتن ۾ منهنجن سماعتن تي سندم پٽ جي آواز جو پڙاڏو ٿيو. “ بابا او بابا اوهان وارو دوست روڊ حادثي ۾ گذاري ويو....!!!“

موبائل هٿن مان ڇڏائي وڃي فرش سان لڳي ڦهڪي سان اوچتو اکيون به کلي ويم.... تيستائين پيانڪ خواب به اکين وارو ٻنيو لنگهي رفو چڪر ٿي چڪو هو....!



# صدا ....!!

هُو شهر جي چؤواٽي تي وينو موت جي صدا هڻي رهيو هو .... پهرينءَ نظر ۾ ڏسڻ سان هوُ هڪ اهڙو ماڻهو ٿي لڳو جيڪو ڪنهن بيگار ڪئمپ مان رات جي ستارن جي جهيڻي روشنيءَ ۾ وجهه وٺي ڪٿان ڀڄي نڪتو هجي .... هن جي پيرن ۾ جيتوڻيڪ زخم هئا پر عام ماڻهو انهن کان بي خبر هئا اها بي خبرائي اڳتي هلي باخبرائيءَ ۾ بدلجي پئي سگهي پر ڪنهن کي ڪهڙي لاچار هئي اهڙو سراغ لڳائڻ جي هن جي وڏي ويل ڏاڙهيءَ ۾ بہ ماڻهن کي گمان ڪرڻ جي گهرج نہ هئي تہ ان ۾ جيون ۾ متيءَ مر ايتري ٿي وئي هوندي جو صديون ويهي صابڻ سان مَلجي تہ هوند اها اڇي اجري نہ ٿي سگهي.

شهر جي ان چؤواٽي تان جتي هُو ويهي اهڙي صدا هڻي رهيو شهرين لاءِ اهو نت نئون تجربو هو. شهرين کان اڪثر ڪري تہ اڳ ڪي نہ ڪي غريب ابوجهہ پينو فقير پئسي ڏوڪڙ، ڪپڙي لٽي، ماني ڀوڙ جي صدا هڻندا هئا. پر هي هو جيڪو سندن ڏيان رواجي شين جي ابتڙ هڪ اهڙي شيءَ ڏانهن ڇڪائي رهيو هو جيڪا بظاهر سندن وس ۾ نہ هئي .... هڪ متي ڦريل ماڻهو ان چؤواٽي تان لنگهندي جڏهن سندس اها صدا ٻُڌي تہ هيڪر هو حيران رهجي ويو " تہ مار پٽسان ان، اٽي، لٽي ۽ ٻين ڪاڏي جي شين جو تہ ڏڪار گهٽو ئي هِتي يا هُتي ٻڌوسون پر هي موت جو.... " هن ان سَين هڻندڙ کي هڪ ٻيرو ٻيهر غور سان چتائي ڏٺو : ڪنڌريل وارن سان سنڌءِ چهرو ڪيس ڪنهن بريڪنگ نيوز جيان جڻ اتاولو اتاولو محسوس ٿيو .... متي ڦريل ماڻهو جي من ۾ هيڪر سوچ آئي تہ ڪو نڪر ڀتر هٿ ۾ ڪري ڪيس اهڙو هڻجي جو صدين جا سور ڇڏائجي وڃنس. ڪميڻو ڪٿان جو هليو آهي

موت جي صدا هڻڻ .... ڪيس شايد خبر نہ آهي تہ مُنهن گهريو موت ڪٿي ملندوئي ڪونهي پر پوءِ اهو مٿي ڦريل ماڻهو پاڻ تي ضبط ڪندي اڳتي نڪري ويو....

زندگيءَ جي ٻين عام گذر گاهن تي مڙئي گهٽ البت چوواٽن ۽ چوسولن تي ماڻهن جي پيهہ پيهان لڳي پئي هوندي آهي هر قسم ۽ هر سوچ توڙي لاڙي جا ماڻهو اتان اڪثر ڪري گذرندا ئي رهندا آهن. انهن گذرندڙ لوڪن مان ئي ڪن ۾ شايد اهڙي سوچ ملي پئي سگهي .... جيڪا هن سين هڻندڙ جي سوچ جي همنوا لڳندي هجي.

هڪ ڊاڪٽر جيڪو اتان لنگهي رهيو هو ڪيس ڏسندي ۽ ان جي صدا ٻڌندي جهٽڪي سان ئي بيهي رهيو جڻ بجليءَ جو اوچتو شاڪ لڳو هجيس. ڪيس هيڪر محسوس ٿيو تہ اهو ماڻهو سندءِ ڪلينڪ جو سويپر آهي پر پوءِ منهن مهانڊي مان ڪيس اهو ڪو اجنبي ئي ڀاسيو؟ ڊاڪٽر پنهنجي سوچ جي اڪڙيل ڏوريءَ کي ويڙهيندي اڳتي وڌڻ لڳو.... پر اها ڏور ويڙهجڻ بدران ويتر وڌيڪ کُلي سندءِ احساسن جي پيرن ۾ وچڙي رهي هئي : ” موت جي سين هڻڻ وارو شخص شايد اهوئي هجي جنهن جو پٽ بيمار هو ۽ منهنجي ڪلينڪ تي پئسن کي ائين تہ اُتا ولائي مان ڪٽي آيو هو جو ڪيس يقين هو تہ آءٌ ئي واحد ڊاڪٽر هوس جو سندءِ پٽ کي بچائي ٿي سگهيس نہ .... نہ.... آءٌ پليو آهيان .... هي اهو شخص نہ ٿو ٿي سگهي .... هُو تہ حوصلي وارو شخص تي ڏٺاٽو .... پئسن جي بي هوشيءَ ۾ بہ هُو پنهنجا هوش هواس سالم رکيو وينو هو ۽ هي .... هي تہ موت جي صدا هڻي ڪيترن ٻين ماڻهن کي زندگيءَ کان مايوس ڪري رهيو آهي ....

وري ڪنهن لمحي اتان هڪ اهڙو شخص بہ اچي لانگهائو ٿيو جنهن جو مڪمل ڏيان هن شخص ڏانهن ئي مڙي ويو ۽ هن کي ڏسندي ڪي پل هُو شخص پنهنجو پاڻ وڃائي وينو هو ۽ ڪيس ائين بہ لڳو هو اهو شخص جڻ هوپاڻ ئي آهي جيڪو شهر جي چؤواٽي تي ويهي موت جي صدا بلند ڪري رهيو آهي جيڪو ماڻهو موبائل فون واري ٽاور جي چوٽيءَ تان ڪري مري نہ سگهي تہ ان ماڻهو لاءِ افسوس ئي ڪري سگهجي ٿو. اهو آءٌ ئي هوس ۽ هاڻ چوواٽي تي ويهي موت لاءِ سين نہ هڻان تہ ٻيلا ٻيو ڇا ڪريان ....؟!!! گهر جي

چار ديواري اندر سڪون جي زندگيءَ جي تلاش ڇا بي معنيٰ هئي....؟!
پنهنجن گلن جهڙن ٻارڙن جي وجود ۾ پنهنجي آشائن ۽ اميد جو سبز باغ تلاشڻ ڇا منهنجي غلطي هئي؟! سماج جيتوڻيڪ مون کي سوين سور ڏنا هئا پر پوءِ بہ آءٌ ان سان سنئين مُنهن هليو هوس. اهي ٻار جن ۾ مون پنهنجي آشائن ۽ اميد جا سبز باغ تلاشيا هئا انهن لاءِ منهنجي سوسائٽي ۽ سماج ڇا ڪيو هو. انهن جي تعليم ۽ تربيت مون سان گڏ سماج تي بہ عائد هئي. آءٌ اهڙي قسم جون ستم ظريفيون ڇڻ موبائل ٽاور جي چوٽيءَ تان بيهي محسوس ڪري رهيو هوس ۽ پوءِ بنهہ مايوس ٿي مون اتان ٽپ ڏنو هو. مرڻ جي خواهش هوندي بہ مري نہ سگهيو هوس ۽ هاڻي چوواٽي تي ويهي موت جي صدا هڻي رهيو آهيان. " هن اهو سوچيندي ڪنڌ کي جهٽڪو ڏنو تہ پنهنجي ئي آپي ۾ اچي ويو.... ۽ پريان ڏٺائين تہ اهو شخص ساڳي ئي ڌن ۾ مگن هو.

هواجون لهرون وقفي وقفي سان ڌوڙ اڏائي اچي ان صدا هڻندڙ جي وجود تي وار ڪري رهيون هيون. موٽر گاڏيون رڪشا, گڏهہ گاڏا ۽ ٻي ٽرئفڪ ڏار ڌوڙ اڏائڻ جو سبب بنجي رهي هئي.

هڪ پڙهيل لکيل شخص کي سنڌءِ ڪنهن دوست وجي ٻڌايو تہ شهرجي اهم چوڪ وٽ ڪو شخص ڪيترين عرصي کان موت جي صدا هڻي رهيو آهي. پر هن شهر جا ماڻهو ايترو تہ بي حس آهن جو ڏانهس ڪوبہ سنجيدگيءَ سان توجہ ڏيڻ لاءِ تيار ناهي : اهو ٻڌندي اُن پڙهيل ڳڙهيل شخص کي پنهنجي ڪنهن ڪهاڻي جو هڪ ڪردار ياد اچڻ لڳو ....
جيڪو ڪيترو عرصو ڪهاڻيءَ واري شاهراهہ تي هلندي اچانڪ ڪنهن موڙ تي گم ٿي ويو هو. هن شخص ڪافي ڪوشش ڪئي هئي تہ اهو وڃائجي ويل ڪردار من ڪٿان نروار ٿي پوي .... پر سنڌءِ سپ جُهد ۽ ڪشالا وئرٿ ٿي ويا هئا. هن کي ياد آيو تہ سنڌءِ ڪهاڻيءَ وارو اهو ڪردار جيتوڻيڪ هئو شڪل شبيهہ ۾ ڪوجهو پر گڻوان ضرور هئو... ڪهاڻيءَ جي شاهراه تي هلندي هن نہ رڳو پاڻ ٿاهيو پر ٻيا ڪيترائي ضمني ڪردار هن جا ئي مرهون منت رهيا." هو اهو سوچيندي تڪڙيون وکون کڻندو چوسول ڏانهن وڌڻ لڳو جتي سنڌءِ ڪهاڻي وارو ڪردار ڇڻ ماڻهن کي موت

جي صدا هٽي رهيو هو .... هُو ڏانهس جيئن ئي وک وڌائي رهيو هو تہ هڪ نئين سوچ واري اجنبي زنجير سندءِ احساسن جي قدمن ۾ الجهي رهي هئي .... هُو هلندي هلندي هاڻ ان شخص جي مٿان اچي بيٺو هو. هن جي حالت ڏسندي ئي ڪهاڻيڪار ڪنبي ويو.... سندءِ وجود ۾ ڄڻ سردي داخل ٿي وئي هجي .... درد جي شدت سبب سندءِ اکين مان لڙڪن جو آبشار اٿلڻ لڳو... پاسي واري ڪيسي مان هن پنهنجو ٽشو پيپر ڪڍي لڙڪ سڪائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي .... هُو پوءِ پنهنجو اهو ٽشو پيپر صدا هڻندڙ جي سرير تي گهمائي ان جي وجود تي ڄمي ويل ڌوڙ دز ۽ مٽيءَ کي صاف ڪرڻ لڳو ڪردار جي چپن تي اچا بہ موت جي خواهش ۾ ڦٿڪندڙ لفظ هئا پر اهي هاڻ ايترو بلند نہ هئا جيترو ان کان اڳ هئا. چوواٽي تان ايندڙ ويندڙ هر ماڻهوءَ جي اک ڄڻ هاڻ ڪهاڻيڪار ۽ ڪردار ۾ ئي کتل هئي جن هڪ ٻئي کي سهٽي ميهار ۽ ليليٰ مجنون وانگر سڃاڻي ورتو هو ۽ هڪ نئين جهان جي جاچنا لاءِ پنهنجي ڪمر ڪشي رهيا هئا. موت جي صدا هڻندڙ ڪردار جي چپن تي هاڻ زندگيءَ جي مرڪ اچي وئي هئي. ان ئي سمي ڪهاڻيڪار پنهنجي پاسي واري ڪيسي مان ڪاڳر ۽ قلم ڪڍي ڪجهہ لکيو ۽ .... موت جي صدا هڻندڙ ڪردار پوءِ اوچتو ئي اوچتو غائب ٿي ويو هو.

عام ماڻهن جي خيال ۾ هُو موت سان وچي ياڪر پائي مليو هوندو .... پر ڪهاڻيڪار هن کي اصلي جيئندان ڏئي پنهنجي ڪهاڻي توڙي پنهنجي جيون جو حصو بنائي ڇڏيو هو. ان ڪردار جي رئڻ سان ڪهاڻيڪار بہ روئي سگهيو ٿي پر ان جي کلڻ سان زندگيءَ ڄڻ هڪ نئين سنوت وٺي بيٺي هئي جنهن زندگيءَ کي ڪٿان بہ ڪنهن موت جي صدا هڻڻ جي گهرج نہ رهي هئي.



# هڪ صبح جي ڪهاڻي ....!!

اِن ڪان اڳي جو آئون اوهان ۾ هنن وڻن ٽڻن، ٻرن باغيچن، درن، ديوارن، پکين، سمنڊن، ڍنڍن، ڍورن، جبلن ٽڪرين شهرن جي روڊن رستن، ڳوٺن جي پٽن پيچرن، جهوپڙين لانڍين، محلن ماڙين، ميل فيميل ڪلبن ۾ ٻين شين سان هڪ صبح جي ڪهاڻي شيئر ڪريان. پر مون کي الائي ته ڇو يقين آهي ته اها ڪهاڻي رات ۾ رات جي ڪاري وجود کان پنهنجي شروعات چاهي ٿي رات جيڪا رعنائي ۾ حسن به رکي ٿي ستارن جو فراڪ پهريل اها رات ڪڏهن ڪڏهن چانڊوڪيءَ جو چولو به پائي ٿي وٺي ۾ جمالياتي حس رکندڙن کي حيران ڪرڻ لاءِ هر جتن ڪري ٿي ۾ اهڙا جتن هُوءَ ان لاءِ به ڪري ٿي ته جيئن ماڻهو پنهنجا مڙئي خواب وٽس ئي گروي رکي ڇڏين .... رات ڏينهو جيان ڏنگي به ٿي ته ڪن ماڻهن جي مٿن تي ڪنهن مهربان ماءُ وانگر هٿ به رکي ٿي ان ئي رات ۾ ڪڏهن ستارا پنهنجي سموري سونهن وڃائي ويهندا آهن ۾ ان ئي رات جون چانڊوڪيون ڪڏهن ڪاراٽجي وينديون آهن ....!

رياست جو قانون جنهن ۾ اجري صبح جي دلفريب نويد هوندي آهي سو رات جو همنوا بنجي بيهندو آهي ۾ اوهان ۾ اسان سڀ پنهنجن گهرن جي چار ديواري اندر سڪون جي ننڊ سمهي نه سگهندا آهيون اڪين جي آڪاس ۾ امن آشائن جا اڇا ڪبوتر اڏامندي ئي ساهه ڏئي ويندا آهن نه رڳو ايترو پر ان رات ۾ وڏا وڏا بازيگر پيدا ٿيندا آهن.... جن زندگيءَ لاءِ پوءِ ڪڏهن به ڪا بازي هارائي نه هوندي آهي اهي رياست جي قائدي قانون توڙي ٻي هر شيءَ کي شڪست ڏيندا آهن. اهي محفلن جا اهڙا ته مور هوندا

آهن جو هوند انهن بنان محفلون ئي ٻسيون ٻسيون رهجي وڃن. اهي هوندن تہ ڪيترائي ڪم ڪري سگهندا آهن ۽ انهن تاريخ ۾ اهڙا ڪافي ڪم ڪيا بہ آهن جن جي ڪري هُو هر وقت ۽ هر دم ياد رکيا پيا وڃن ۽ اڳتي لاءِ بہ ياد رکيا ويندا .... پر هنن جو وڏو "ڪارنامو" رات جي رعنائي ۽ حسن ۾ ويتر وڌ اضافو ڪرڻ آهي تہ جيئن ماڻهو موهجي ان رات سان گڏجي رقص ڪن! ڪهڙو اياڻو چاهيندو تہ اهڙي رات سان رقص نہ ڪري؟! ۽ ڪهڙو سياڻو پوءِ چاهيندو تہ ان رات کان پوءِ ڪو سونهاڻو صبح بہ ٿئي؟!

اهي بازيگر ڊاڪٽرن جي روپ ۾ عام ماڻهن جي مسيحائي ڪندي بہ ڏسبا آهن تہ جيئن سندن مرض جي تشخيص ڪري ان لاءِ ڪو مناسب مرهم تجويز ڪري سگهن اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انهن جي ئي تجويز ڪيل دوا سان مرڳو سندن مرض ڏينهون ڏينهن وڌندو ئي وڃي ۽ نيٺ وڃي مريضن جو موت واقعي ٿئي.

اهي اٽڪلي بازيگر ڪيترين ئي اٽڪلون ڄاڻندا آهن ۽ ائين معاشري جي برک حڪيمن جي حڪمت بہ سندن اڳيان هيچ بڻجي پوندي آهي ٻن آڱرين جي ٽڪاءُ سان هُو ماڻهن کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪري سگهندا آهن. هو هن ڳالهہ ۾ اجا بہ وڏيڪ داناءُ آهن جو هو ماڻهن کي پنهنجو ديوانو بنائي ڇڏيندا آهن. سندن باري ۾ جيڪڏهن ڪو شخص گٿو لفظ ڪڍندو تہ ماڻهو ڪيس مارڻ لاءِ تيار ٿي ويندا ....!!

هُو فٽ پاٿ تي وينل گداگرن جي ترڇيءَ تي ڪجهہ ڏوڪڙ رکڻ ڪاڻ پنهنجي گاڏيءَ مان لهندي بہ دير نہ ڪندا آهن، اهو سڀ ڪجهہ ڪندي هو عام ماڻهن جي نظر ۾ وڏا سخي محسوس ٿيندا آهن هونئن بہ هنن جون سخاوتون ڪي لڪل تہ ڪونهن! سندن گاڏي جو ڊرائيور ڪڏهن ڪو اتفاقي حادثو ڪري اچي تہ زخمي ٿيل يا مري ويل جي پونيرن وٽ همدردي ۽ عذر خواهيءَ لاءِ اصل نہ مڙندا ۽ پونيرن جي ڪيسي ۾ ڪجهہ ڏوڪڙ بہ وجهي پوءِ ورندا .... اِن سان سندن اميج اجا بہ وڏيڪ اتساهڪ ۽ معاشري لاءِ مثال بنجيو وڃي ۽ ان کان بہ وڌ هُو همدرد انسانن جي روپ ۾ اڳيان اچيو وڃن!!

ميڊيا تہ هونئن بہ سندن محبت جي سڳي ۾ سوريل ئي هوندي آهي اها ڇو ڀلا ساڻن لاڳاپيل معاملن ۾ مداخلت ڪندي؟ ۽ ننڍين خبرن کي وڏو ڪري پيش ڪندي .... ها! البتہ ايترو ضرور آهي تہ ميڊيا جو جتي بہ پنهنجو فوري مفاد هوندو تہ پوءِ ”ڪک ڪانا“ هڪ ننڍي خبر کي وڏي بڻايل خبر واري تيليءَ مان ڀيڙ ٻڻجي پڙڪي اٿندا....!!

اهي بازيگر تعليمي ادارن جي طالبن ۾ ڪا وڏي طمع نہ رکندا آهن.... پر سندن لاءِ اها ڳالهہ اهم ۽ بنهہ نظر انداز ڪرڻ جهڙي نہ آهي تہ هُو انهن جي ڊسپيلين ۽ نظم وضبط ۾ پنهنجو اثر رسوخ ضرور چاهيندا آهن. اهو ضروري ناهي تہ سندن اولاد ان ڊسپيلين ۽ نظم و ضبط جو حصو هجي!هُو ساچاهہ وارا اهڙا سجڻ آهن جو ڄاڻي واڻي پنهنجي ئي ملڪ جي تعليمي ادارن ۾ پنهنجي اولاد جي داخلا نہ ڪرائيندا آهن.

هو غريبن جي اولاد جا تہ وڏا هڏ ڏوکي هوندا آهن هُو نہ ٿا چاهين تہ غريبن جا ٻار در در جا ڌڪا کائين جهوپڙي نُما اسڪولن يا وڌ ۾ وڌ ڪاليج يا يونيورسٽين تائين کي ريڙهيون پائي مس پهچن ....! ڪنهن غريب جو ڪو هنيلو ٻار شعور جي ڪا چٽنگ جاڳڻ ڪري هرو ڀرو بہ اعليٰ تعليم جي حاصلات لاءِ سندرو ٻڌي بيهي تہ اهڙن شاگردن لاءِ هُو اسڪالرشپن جي انتظام ۾ جنبي ويندا آهن) اهڙي ريت هُو معاشري ۾ صفا اوندهہ بہ نہ ٿا چاهين .... ڪين اها سُڌ بخوبي هوندي آهي تہ ”صفا راند سونٽي جي“ سدائين هلٽي ڪانهي .... ۽ ٻيو تہ هُو پنهنجن خود ساختہ قدرن ۾هڪ قسم جو توازن بہ چاهيندا آهن تہ جيئن سماج ۾ سندن اصل ڪردار جي وائکائي نہ ٿي وڃي!!

هُو غريب غربي جي نياڻيءَ جي شاديءَ جي سلسلي ۾ بہ ڪڏهن ڪڏهن ڏاج وغيره جي مدد ڪري انسان ۽ سماج دوستي جو ثبوت ڏيندا آهن. اهڙا بازيگر خيراتي اسپتالن، اين جي اوز ۽ ٻين مخير ادارن جا زبردست سرپرست ٿي بيهندا آهن. هُو بيمار اديبن ۽ صحافين جي علالت ۾ وڃي نہ رڳو دلجوئي ڪندا آهن پر رياست پاران اديبن ۽ صحافين لاءِ ٺاهيل ٽرسٽن پاران انهن جي ترت امداد ڪرائڻ ۾ دير ئي نہ ڪندا آهن ڇاڪاڻ

تہ ڪين اديبن ۽ صحافين جي قلم جي طاقت جي چڱي پر چاڻ هوندي آهي....!

هُو مسجدن، مندرن، گرجا گهرن ۽ ٻين عبادتگاهن ۾ وڃي وڏيون عبادتون ڪندا آهن. عام ماڻهو ڪين عبادتن ۾ محو ڏسي حيران ٿي ويندا آهن، هونئن سندن مٿي بيان ٿيل مشغوليون بہ تہ عبادت ۾ ئي شمار هونديون آهن، ڇاڪاڻ تہ خدا جي خلق خدمت کان نہ ٻانيان بندگي بهتر جهڙي چوٽي کان هُو بخوبي آگاهہ هوندا آهن پر پوءِ بہ الائجي تہ ڇو هُو مطمئن نظر نہ ايندا آهن!! هُو بازيگر پنهنجن گهر وارين جا ٻين عام ماڻهن وانگر جيتوڻيڪ مجازي خدا هوندا آهن پر پوءِ بہ هو هر معاملي ۾ ڪوشش ڪري انهن کي اونداهہ ۾ رکڻ جو عاليشان ڪارنامو سرانجام ڏيندا رهندا آهن. بلڪ هُو هر شيءِ کي ويندي ماڻهوءَ جي شعور کي بہ چٽو ڏسڻ جا هرو ڀرو مطمني نہ هوندا آهن .... اهڙي ريت اها رات جاري رهندي آهي جنهن کان هڪ ڪهاڻي شروع ٿي صبح تائين پهچڻ گهرندي آهي پرپهچي نہ سگهندي آهي ۽ بازيگرن جي بازي ۽ اٽڪل جاري ئي رهندي آهي!!



# پکي اُڏاڻو

نيري آسماني قميص ۽ اڇي سلوار ۾ هُو اسپتال جي پارڪ واري پٿر جي بئنچ تي اولهہ طرف ائين مُنهن ڪري ويٺو هو ڄڻ گوتم واري گيان ۾ هجي! سج جيڪو پنهنجا سونهري ڪرڻا ڌرتيءَ تي پٿاري، هاڻ ڳاٽ اوچو ڪري بيٺل جبلن جي هُن پرار پاڻ وڃائڻ جي تيارين ۾ هو ۽ هيڏانهن هُن کي محسوس ٿي رهيو هو تہ هُو بہ پاڻ وڃائجي رهيو آهي! وڃائجڻ جي بہ هڪ معنيٰ تہ نہ هوندي آهي .... ماڻهو ڪيترن ئي حوالن ۾ وڃائجي سگهي ٿو.... ڪيترا سال اڳ هُو ماڻهن جي ميڙ ۾ وڃائجي ويو هو! ماڻهو جن جي چپن تي مرڪ تہ هئي، پر اها ڪنهن پکي جي ڪنپن جيان ڄڻ ڪوهيل هئي انهن جي مُنهن ۾ ڪنگي ڪٽ سونهاري بہ هئي جنهن مٿان شهپرن جو ڇٽ بہ هئو! پر الائجي تہ ڇو ڪيس سوچ ايندي هئي تہ اهي ماڻهو بنا وارن جي نہ پيدا ٿين ها تہ جيڪر سٺو هو....تڏهن هن جي سوچ منطق جي خلاف سفر ۾ هوندي هئي! هن هڪ وينگس ڪي پري بازار ۾ ناچ ڪندي ڏٺو هو تہ هيڪاري وجد ۾ اچي ويو هئو ۽ پاڻ بہ نچڻ شروع ٿي ويو هو.... جيتوڻيڪ زندگي ۾ هن ڪڏهن بہ نچڻ واري خواهش نہ پالي هئي ڇير جي ڇم ڇم ڪان ٿهڻ وارو ماڻهو ڪنهن پير جي پايل ۾ پاڻ وڃائي ويٺو هو!!

سج ڏانهن ڏسندي هُن کي لڳو ڄڻ ڪو زخمي سپاهي ڪنهن ڇانوَ جي تلاش ۾ آهي اهو ئي سج ڪيترين زندگين جي راهہ ۾ روشني وڃائي ٿو تہ ڪيترين لاءِ اونداهہ جو آشيانو بڻجي اچي ٿو ۽ پوءِ اونداهہ جا رازدان چمڙا زندگيءَ جي گلشن جي سونهن لُٽي وڃن ٿا، هُن ڪيسي مان آرسي ڪڍي پنهنجو چهرو ڏٺو.... کيس لڳو تہ ان چهري ۾ اهڙا هزارين بلڪ لکين سج طلوع ٿي لهي ويا هئا ايئن هن کي ڪيترائي سج ياد آيا. جيڪي سنڌءِ

جيون جي افق تي اپري اُلهي ويا هئا. انهن سجن مان هرهڪ سچ جي پنهنجي اهميت هئي .... هُو جڏهن ڄميو هئو ۽ زندگي جي پهرين گهنٽي سندس سماعتن ۾ گونجي هئي تہ ان ڏينهن وارو سچ ڪو ٻيو سچ هو.... هُو بظاهر تہ رُنو هو پر اندر ۾ هڪ لاشعوري دٻيل خواهش هوس .... زندگيءَ وارو پکي پالڻ جي ۽ اُن سان ونڊرڻ جي! زندگيءَ واري پکي کي هُن چاهہ مان ڪيترائي چوڳا وڌا ....اُن هوندي بہ جو موت شڪاريءَ کي هن ڪيترائي دفعا تير ڪمان ۾ ڪشيندي ڏٺو هئو.... پر هن کي سُڌ هئي تہ ڪي ڪي خواهشون خطرا ڪٽي بہ پورٽتا ڏانهن سفر ڪنديون آهن.

سچ جو ٻچ حصو هاڻي ڏسندي ئي ڏسندي جبل جي اوٽ ۾ هليو ويو هئو. هن اهو منظر ڏسندي هڪ وڏو چرڪ ڀريو .... ۽ آسپاس ايئن ڏٺائين ڄڻ ڪا قيمتي شيءَ ڪانئس گم ٿي رهي هئي. هن وري سچ ڏانهن مايوس نگاهہ سان ڏٺو.... تہ هڪ ڪرٽو سندءِ اکين ۾ چمڪيو! هُن کي محسوس ٿيو تہ اهو سندس پٽ اشتياق ساڻس مرڪي رهيو آهي.... پوءِ هن جي چپن تي مرڪ ڦهلجي وئي، پر اهڙي نہ جهڙي سچ پچ بہ زندگيءَ جي هوندي آهي. اشتياق ڪيڏو نہ حسين ۽ سهڻو هئو پر هُن جي زندگي ڪيتري نہ مختصر هئي .... ايتري مختصر جيترو فاصلو ماءُ جي هنج کان چپن وچ ۾ هوندو آهي!! جڏهن اشتياق ڪانئس وڇڙيو هو تہ سندءِ زندگيءَ وارو پکي چوڳو چُڳڻ ڇڏي وڃي ڪنهن ويران وڻ تي وينو هئو.... جتي ڪنهن آکيري جو اهڃاڻ بہ نہ هو اُن ويران وڻ جو ڪانيون ڪانيون جسم سندءِ روح جي ململ چولي ۾ ائين ڄڻ ٽنبجي رهيو هو .... جيئن مريض جي جسم ۾ ڪنهن ڊاڪٽر جي تصور وارا احساس سُيون سُيون ٿي چُڀندا آهن.

سچ هاڻ پنهنجا سيئي ڪرٽا جبلن جي هُن پرار ڪٽي ويو .... پويان افق تي اهڙي لالائي رهجي وئي جيڪا ڪنهن مايوس ڪنوار جي اکين مان آرتو بڻجي اٿلندي آهي ! هن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر ٽنگن ۾ شديد سُور جي ڪري اٿي نہ سگهيو زندگيءَ ۾ هن اهڙو سور ڪڏهن محسوس ئي نہ ڪيو هو! ياد آيس پٽس اشتياق جي معصوم خواهش تہ ”بابا“ ڪا ننڍڙي سائيڪل وٺي ڏي!پر اها پوري نہ ٿي سگهي ....! هن اکيون ٻوٽيون ۽ پوءِ کوليون تہ اسپتال جو هڪ ڪمرو هو جنهن ۾ هُو ليٽيل هو .... جتي جي

ٽيوب لائيٽن ۽ مرڪيوري ۽ سيور بلبن جي روشني جي اڪپوٽ ۾ هُو ٽڪڙا
ساهہ ڪٽي رهيو هو ڇڻ زندگيءَ جو پکي پنهنجا آخري داٽا تيزيءَ ۾ ڇڳندو
هجي .... سندس گهر واري ۽ ٻاٽس کي ڊاڪٽر چيو هئو اوهان جي گهر ۾
ڏکن جو فصل شايد گهٽو لهندو رهيو آهي نہ تہ هي مريض اهڙو ايبنارمل بہ نہ
آهي جنهن لاءِ ڇئجي تہ هينئن يا هونئن! ڊاڪٽر وڌيڪ ڪجهہ چوڻ بنان
ٻين مريضن ڏانهن وڌي ويو هئو....هُن جي زندگيءَ جو پکي هاڻ چوڳو ڇڳڻ
آهستي آهستي گهٽائي رهيو هو ۽ ٻاٽس ۽ جوڙس جي اکين ۾ ڇڻ لهندڙ
سج واري لالائي ڦهلجي رهي هئي! هُن اشاري سان ٻاٽي گهرڻ چاهيو پر اها
خواهش خُشڪي ٻڌجي سندءِ ڇپن جي آسپاس ڄمي ٻيهي رهي زندگيءَ جو
پکي پنهنجا پر ڦهلائي جڏهن اُڏاٽو تہ هن جي اکين ۾ ٻاهر جبلن تي رات
چانئجي چڪي هئي ۽ ٻاٽس ۽ جوڙس جا احساس صدمي جي برف ۾ ڄمي
چڪا هئا.... !!



# آڪيرو

آءٌ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ هوس سواءِ ڪنهن پکيءَ جي چهنب ۾ ڪک .... ڪک .... پن .... پن .... مان ٿاهيل آکيري جي! پوءِ اهو پکي ديسي هجي يا پرديسي .... (سائبيريا جو)! ۽ پوءِ آءٌ رڳو وڻ ۾ ٽوروئي هوس .....!!! پکيءَ جي هانوَ ۾ دل جيان ڌڙڪيس ٿي .... آري جي مند اچڻ واري هئي .... جو طوفان اچي ڪڙڪيو... چون ٿا ان زماني ۾ شڪارين جا شوق بہ اوج تي هئا.



# چتي لڳل چولو

آءٌ ان يتيم ٻار جو چولو هوس. جنهن جي هانوَ ۾هزارين حسرتون هيون....! پر مڙئي حسرتون ماري هن آخر ۾ هڪ ئي حيرت سانڍي تہ ڪاش! مون کان چتي لڳل چولو ڦرجي وڃي.



## هڪ شخص

هڪ شخص جيڪو هر ڪنهن سان ڪل پوڳ ڪندو وتندو هو.... ۽ ماڻهو بہ ساڻس ڪل پوڳ ڪندا رهندا هئا .... پر جڏهن ڪائنس سندس گهر جو ڏس پتو پڇن.... تہ نابري واري ويهندو هو. اُن سمي هُو پيون لهواريون اوپاريون ڪرڻ لڳندو هو.... هڪ دفعي تہ ڪڪ ٽي ائين بہ چئي وڌائين، منهنجي ڏس پتي جي منهنجن ملائڪن کي بہ خير ڪا ڄاڻ آهي.... اوهين ٽيا آهيو مون کان منهنجو ڏس پتو پڇڻ وارا....!! پوءِ هڪ ڏينهن گهر ۾ سندس اوچتو موت ٿيو .... تہ ماڻهن کي جڻ ڏنڊين آڱريون اچي ويون "ملائڪ اتي پهتا تہ پهتا ڪيئن....؟!!

❍

## هوءَ....!!

هُوءَ هر روز آئينو ڏسندي هئي .... تہ جڻ پنهنجي محبوب سان گڏ نديءَ ۾ٽُٻي هڻي گم ٿي ويندي هئي ....!!

هڪ رات چنڊ، ستارن کي ٻڌايو تہ هُوءَ جيڪا هر روز آئيني ۾ پنهنجو چهرو ڏسندي نديءَ ۾ ٽُٻي هڻي ويندي هئي تنهن خودڪشي ڪري ڇڏي آهي ....!!"

اصل ۾ هوءَ سچ پچ بہ هڪ ڏهاڙي نديءَ جي ڪناري تي آئي هئي جتي سندس محبوب جا رُڳو ڪپڙا پيا هئا....!!

❍

## جيڪي ماڻهو .....!!

جيڪي ماڻهو اوچتو گم ڪيا يا ڪنڀيا ويندا آهن ....!! اسان انهن لاءِ ڪهڙو تصور ڪري پيا سگهون؟! انهن سان ڪهڙو ويل وهايو ويو ....؟ ڪهڙي ويڌن ٿي ....؟ پر اسان اهو تصور تہ ڪري پيا سگهون .... تہ انهن مان ڪي نہ ڪي ضرور اڄوڪي دؤر جا سقراط هوندا.....!!



## حرڪت ۾ برڪت

حجم منهنجي سنوارت مان فارغ ٿيو تہ مون پنهنجي مٿي جو گهَرائيءَ سان جائزو وٺڻ شروع ڪيو ....! ( ائين جيئن اوهان پنهنجي حجم کان سنوارت ڪرائي پنهنجو جائزو وٺندا آهيو ....!!) حجم اهو ڏسي، آئيني مان ٿي مون سان اکيون ملائيندي آکيو : اوهان بي کُٽڪا رهو اها حرڪت ۾ برڪت آهي .....!!



## ٻُڌي چڏ!

يوٿو پيا جا سِرجيندڙ ٻڌي ڇڏ! ”اڄوڪي دؤر جون ديوارون ڇا ٿيون ڳالهائين؟!“



## هوءَ مون کي بابا سمجهي ڇهتي پئي!

هيءَ انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن اجا سخت گرميون نہ آيون هيون .... پر پوءِ بہ پريشانين ۾ مبتلا ڪي ماڻهو پگهر ۾ ٽُب ٽي ڏٺاٽا ....! ڪن سان ڪهڙو مسئلو....؟ تہ ڪن سان ڪهڙي ويڌن....؟

مون کي انهن ڏينهن ۾ اهو فوت ٿيل شخص وري وري ياد اچڻ لڳو هو .... جنهن جي باري ۾ ماڻهن ۾ عام تاثر هو تہ سندس شڪل شبيهہ مون ساڻ ملي ٿي .... هُو زنده هو تہ ڪيس ان باري ۾ ڪو واءُ سواءُ نہ هو .... يا شايد هو بہ تہ هن ان باري ۾ اظهار خيال مناسب نہ سمجهيو هوندو....!! ٻين مامرن ۾ بہ هُو گهٽ ڳالهائو شخص هو. هڪ ڀيري اتفاق سان هُو پوليس هٿان ٻڌجي پيو. پر ٻڙڪ ٻاهر نہ ٻوليائين .... پوليس ڪيس ٻوڙو گونگو بزرگ سمجهي منجهائنس جلدي ڪٽي هٿ ڪيڀا هئا....!!

منهنجي گهر واري گهٽيءَ ۾ هُن صاحب جو بہ گهر هئو ....!! خوش قسمتيءَ سان اسان ٻئي ٻارن ٻچن وارا هئاسين....! هن ڪي ٿي ڏيئر ۽ مون کي فقط ٻہ پٽ هئا ....! ٻئين پٽ جي جمڻ پڄاڻان جڏهن ڪافي عرصو گذري ويو .... تہ سندم گهر واري جي اکين مان ڳوڙها ڳڙڻ لڳا ڏياڻي اولاد لاءِ گهٽيون ئي دعائون گهريائين نہ ٽيڻو هو تہ نہ ٿيو .... هڪ ڏينهن اتفاق سان گهٽيءَ مان اسان ٻئي زال مڙس ڪيڏانهن وڃي رهيا هئاسون تہ سامهون کان ڪا ڇوڪري ڊوڙندي ”بابا“ ”بابا“ ڪندي اچي مون کي ڇُهتي ....!! اها اُن مرحوم جي ٽيون نمبر ننڍي ڌيءَ هئي ....!! منهنجي زال ٻئي ٻانهون ڦهلائي ڪيس حب مان پنهنجي ڀاڪُر ۾ ڀري ورتو....!! اهو منظر ڏسي اندر ئي اندر ۾ مون کان هڪ خاموش اوڇنگار نڪري وئي....!!!

○

## جاڳ منهنجي پاڳ ۾ ....؟

آءٌ ڪڏهوڪو بڪايل هوس ....! ۽ وري رات سنجهي کان مون ستارن جو روزو رکيو .... ۽ سحريءَ تي افطار واري آشامن ۾ سانڍي سُتس .... پر شايد ”جاڳ“ منهنجي ”پاڳ“ ۾ نہ هئي ....!!!“

○

## اشتهار

آءٌ پنهنجي ماءُ پيءُ جي اڪيلي ڏيءَ هيس .... انهن منهنجي پالنا پوري ذوق ۽ شوق سان ڪئي هئي.... جيئن ٿيندو آيوآهي تہ ٻوٽو وڏي آخر وڻ ٿئي ٿو.... ۽ پوءِ ٻورجي بہ ٿو.... اُن ئي مند ۾ آءٌ گهر جي ٻاهرئين چانئٺ کان ٻاهر نڪتس .... ڏسان تہ هڪ شخص صدا هٽي رهيو هو .... آءٌ سندءِ صدا مڪمل طرح تہ سمجهي ئي نہ سگهيس .... البتہ مون کي پنهنجي وجائجي وڃڻ جو احساس ضرور ٿيو ....! ٻئي ڏينهن جي اخبارن ۾ منهنجي والدين الائجي تہ ڪهڙي خيال کان منهنجي گمشدگيءَ جو اشتهار هلائي ڇڏيو....!

○

## ڪي خواب.....؟

ڪي خواب خطري جي گھنٽي جيان هوندا آهن .... ۽ اسان جون جاڳ واريون سماعتون سُتل هونديون به شل پئجي ٿيون وڃن ....



## وقت جو احساس

اهو لازمي ناهي ته وقت جي گذرڻ جو احساس ٻانهن ۾ ٻڌل گھڙي ڏسڻ سان ئي ٿيندو هجي ....! ڪڏهن ڪڏهن آئيني ۾ چهرو ڏسي به اهو احساس اتپن ٿي سگھي ٿو....! واٽ ويندي ڪنهن ڪومائل گل تي اوچتو نگاهه پوڻ سان .... يا ويندي ويندي رستي جي ڀرسان ڪنهن پراڻي قبر جو ڪتبو پڙهندي به اهو احساس پيدا ٿي سگھي ٿو.....!! هُونئن به پراڻين جايُن ويران لائبريرين ۾ چميل دز ۽ ڪوريئڙن پاران اُڻيل ڄار به ته وقت جي گذرڻ جو احساس ڏيارين ٿا.



## جڙي ٻوٽيون ۽ نيم حڪيم

چون ٿا ته هُن جي جواني جڙي ٻوٽين جي جوش ۾ جلندي رهي .... تان جو پيري اچي پهتس ... ۽ بعد ۾ موت ....! هُو به هڪ زماني جو حاذق حڪيم هو....!!



# ناچ

هڪڙا ماڻهو دهلن دمامن جي رڌم تي نچندا آهن .... تہ ٻيا وري ٻن آڱرين جي نڪاءَ تي .... ۽ اسان ماڻهو ڪنهن جي اشاري تي ئي نچي ويهندا آهيون ....! پوءِ داد ڀلا ڪنهن جو حق ٿو بڻجي ....؟ اسان اشاري تي ڦڙتيءَ ڏيکارڻ وارن جو.... يا اُن اشاري تي نچائيندڙ فنڪار جو....!!

○

# ڪاروڪوٽ

مون جڏهن سيڪڙات وڪيل طور پرئڪٽس شروع ڪئي هئي تہ ان سمي ڪيترائي جج رٽائر ٿي رهيا هئا .... منهنجي سٺ وارن وڪيلن مان ڪوبہ اهڙو نہ هو جيڪو هوند جج جو منصب ماڻي سگهي ها.... پر پوءِ بہ مون سميت هر ڪنهن جي خواهش هئي تہ هُو ڪيئن بہ ڪري جج جي منصب تي فائز ٿي وڃي....!!

مون وٽ اڳتي هلي هڪ اهڙي قاتل جو ڪيس پهتو هو. جنهنجي سرپرستن منهنجي نہ چاهڻ باوجود بہ هڪ ڪارو ڪوٽ مون کي تحفي طور ڏنو هو ۽ تاڪيد ڪئي هئائون تہ ڪيئن بہ ڪري آءٌ اهو ڪيس وڙهان.... ۽ مون اهو ڪيس وڏي جوش ۽ جذبي سان وڙهيو هو .... ۽ ڪوٽ کي مون ائين سانيي رکيو هو .... جيئن ايندڙ ڏينهن ۾ آءٌ باقاعدي جج جي منصب تي فائز ٿي اهو ڪوٽ پهري سگهان !!

قاتل ان ڪيس مان جڏهن مڪمل بري ٿي ويو هو تہ سندءِ سرپرستن مون کي واڌائي ڏيندي هڪ وڏو ٺهڪ ڏنو هو... ۽ چيو هئائون : هاڻ تون صحيح معنيٰ ۾ جج آهين.... اهو ڪوٽ بنا ڪنهن ڪٽڪي جي پائي سگهي ٿو....!!



# قبر

پبلڪ پارڪ جي وچ واري جڳهه – جيڪا ڪيترن لاءِ ڪشش جو سبب هئي. اها ائين ٿي محسوس ٿي ڄڻ ڪو خالي هانوَ هجي ۽ هانوَ ڪنهن شيءِ لاءِ آتو هجي ....! هونئن تہ پارڪ بہ سڄو سارو ڪنهن محبوبا جي مرڪ جيان ماڻهن جي دلچسپيءَ جو هڪ اهڙو جزيزو هو – جتي جيڪر هو نہ اچن تہ ڄڻ زندگيءَ جي اهم رونق کان محروم رهن!

پبلڪ پارڪ جي وچ واري اها جڳهه ڪيترو عرصو خالي پئي هوندي هئي – اتي نہ ڪو وڻ ۽ نہ ئي ڪي گل ٻوٽا ۽ سائي سائي ڇٻر هئي! ماڻهن سوچيو پئي تہ اتي ڪانہ ڪا شيءَ ضرور ٺاهي ويندي! ممڪن آهي اتي ڪنهن مشهور ۽ معروف شخصيت جو مجسمو کڙو ڪيو وڃي يا عام دلچسپيءَ جي تناظر ۾ ڪا اهڙي شيءَ اتي کڙي ڪئي وڃي جو ماڻهو ڏسي دنگ رهجي وڃن ....!

انومانن مٿان انومان هٽندي ڪيترو عرصو تہ بس ائين ئي گذري ويو....! ان پڄاڻان اوچتو ئي اوچتو ماڻهن کي اتي هڪ ڍڳ نظر آيو– جيئن هڪ قبر ٺهيل هجي .... قبر تي نہ تہ ڪو ڪتبو هو ۽ نہ ئي اها پڪ ڪئي وئي هئي...! دراصل اها ڪارروائي اجنبي ماڻهن پاران اهڙي وقت سرانجام ڏني وئي هوندي جڏهن اُتي تمام گهٽ ماڻهو موجود هوندا جن جو ڌيان ڏانهن قطعي نہ هوندو.... يا ممڪن آهي اتي ڪو بيو عام ماڻهو ئي نہ هجي ....!

هاڻ ماڻهن جي دلچسپيءَ تہ ويتر وڌندي وئي تہ آخر اها قبر ڪنهن جي ٿي سگهي ٿي ...؟! هڪ اهڙي جڳهہ جتي ماڻهو تفريح لاءِ ايندا هجن – اتي قبر جي موجودگي ڪو سنو سنئون بہ تہ نہ آهي .... ۽ وري قبر تي ڪو ڪتبو بہ نہ هنيو ويو آهي .... يا ماڳهين ائين تہ نہ آهي .... جو قبر ئي خالي

آهي .... ۽ رڳو ڏيان ڇڪائڻ لاءِ ڪو ڊرامو رچايو ويو آهي ....! هڪڙا هڪڙي جا .... پيا ٻي جا .... تہ ٻيان وري ٽين راءِ جا هئا ....!

ماڻهن جي من ۾ هاڻ ڪيتريون ئي قبرون ٺهي رهيو هيون — اهي قبرون — جيڪي ڪين وسري ويون هيون....!

وقت — جيڪو زخم ڏيندو بہ آهي تہ ڀَها بہ رڪندو آهي ....! پر اڄ وقت ڪيترن جي زخم کي وري جاڳائي رهيو هو .... هڪ قبر جي شڪل ۾ سامهون اچي ....!

ماڻهو من ئي من ۾ جڻ پنهنجو پاڻ سان تعزيت ۾ هئا ....! تفريح ۽ دلچسپيءَ جي جاءِ تي پنهنجو پاڻ سان تعزيت ! وڏي ٽرئجڊي هئي .... وڏو الميو هو اُهو ....! پر ڪاش! پبلڪ پارڪ ۾ ايندڙن کي ڪو اهو ٻڌائي ها تہ اها قبر — پارڪ ۾ ٽڙندڙ انهن گلن جي اجتماعي علامتي قبر هئي .... جن کي هُو روز پٽيندا ۽ خُون ڪندا ٿي رهيا .... ۽ تہ اها علامتي قبر نيچر لسٽن (Naturalists) پاران ٺاهي وئي هئي ....!!



# رستا.....!

هُن جي اندر ۾ ڪيترائي رستا هئا.... اهي جڻ ڪنهن ڪتاب جا صفحا هئا .... ۽ صفحن تي منجهيل عبارتون ۽ جملا ....!

هن ڪنهن فرصت ڪو ڪتاب پڙهندي ائين سوچيو هو: ”جيئن ماڻهو رستن تي هلندا، ڊوڙندا آهن .... ائين لفظ صفحن تي ....!

حجام سندس حجامت ڪندي ڪينچي ائين هلائي رهيو هو جو هن کي محسوس ٿيو ته ڪينچي ڪا نه هئي البته ڪو پکي هو جنهن چيون.... چيون ڪندي پئي وارن کي چڳيو.... ۽ پوءِ سندس سوچ حجم جي پيٽ ۾ سندس پچايل اُن طعام ڏانهن، هلي وئي هئي جيڪو هن بورچي جي حيثيت ۾ ڪنهن شادي ۾ پچايو هئو....!

ماڻهن مان ڪنهن ڪيئن ٿي چيو.... ته ڪنهن ڪيئن ....!

ماڻهن جي راين مان ڪيترائي رستا ڦٽي رهيا هئا ....تنگ رستا .... ويڪرا رستا ..... ننڍا رستا ...... ڊگها رستا .....!

هن سوچيو هو ”زبان جو زهر هر ٻئين زهر کان وڌيڪ قاتل ٿيندو آهي ....!“ ۽ پوءِ هن پنهنجي رستي ۾ ڪيترو ئي زهر ڦهليل محسوس ڪيو ....لفظن جو زهر ....راين جو زهر ....! سائو .... ڳاڙهو .... نيرو .... پيلو....!

رنگن سان ته ڪيس ننڍي لاڪون انسيت هئي ..... جيئن رانديڪن سان .... جيئن پوپٽن سان .... جيئن جيڏن سرتن سان .... ۽ جيئن ڪلڻ ڪُڏڻ سان .... ۽ جيئن خوابن سان ....!

ٻاروتڻ کان هن وهيءَ جي ڏاڪن تي پهچندي پهچندي، رستا البته گهڻو گهڻو بدلجي ويا هئا .... ائين ئي جيئن اڄوڪي زماني جي دوستي

دولاب ۾ بدلجي ويندي آهي ....!

”اُف! ٻاروتڻ بہ جڻ تہ دولاب هو .... دوکو هو ... فريب هو ... نڳي هئي ....! ماڻهو حياتيءَ جي ابتدا کان انتها تائين نڳبو ئي رهيو آهي ....! ڇا زندگي هڪ نڳي آهي .... دوکو آهي .... دولاب آهي .... سڀ رستا نڳي آهن .... ڪوبہ رستو نڳيءَ کان سواءِ ناهي .... اسان کان ويندڙ رستا .... ۽ اسان ڏانهن ايندڙ رستا .....

هن ڏانهن آئون اکين جي رستي پهتو هوس .... ۽ هوءَ مون ڏانهن ....بظاهر رستو هو .... ننڍو رستو هو .... ڇپن کان ڳلن جيتري پنڌ جيترو ....! پر ڪيترا ڪشالا ڪڍڻا پيا ....! هوءَ مون سان سچي هئي .... ۽ آءٌ هن سان .... پر اسان تي پوندڙ حاسدن جي نگاهن جا رستا، پيار جي نازڪ پيچرن کي ئي پائي ويا....!“

رومانس جي رستي وارو پنڌ ياد پيو هوس تہ پنهنجي مٿان آرهڙ جو تتل ڏينهن محسوس ڪندي پاسي واري کيسي ۾ رومال يا ٽشو پيپر لاءِ هٿ هنيو هوس... تہ ناڪام ٿيو هو... ۽ پوءِ قميص جي اڳين پلئو سان چهرو اگهيو هوس. پگهر جون ڪجهہ بُوندون اکين ۾ پوڻ سان نگاهون هزارين رستا ڏيکاري رهيون هوس....! هُو حيران ٿي ويو هو ايترا رستا ڏسندي....!

هن پنهنجي حيراني جو حساب لڳائڻ چاهيو تہ پاڻمرادو هانوَ تي هٿ اچي ويس....!

هانوَ جنهن ۾ هزارين حسرتون هيون.... هر حسرت ڪنهن قاتل ۽ پراڻي پرچم جيان هئي .... هر حسرت جي پويان هزارين احساسن جو سرد خانو هو.... اُن ۾ لاش هئا .... لاشن کي ڪوبہ دفنائڻ وارو نہ هو ۽ نہ ئي ڪو تعزيت ڪرڻ ..... ۽ وصول ڪرڻ وارو....!

هن پنهنجي اندر ۾ هڪ خاموش ٿهڪ ڏنو.... جيئن انهن حسرتن کي بہ ڪُڙڪ نہ پئجي سگهي تہ ڪو هُو پنهنجو پاڻ تي کِلي رهيو آهي. تہ ڪو هو پنهنجو پاڻ تي روئي رهيو آهي ....! کين ڪا بہ سڌ نہ پئجي سگهي.... ڪنهن بہ سبب جو پتو کين نہ پئي تہ آخر هي شخص ڇا ڪري رهيو آهي .... رستا جيڪي هن اڳيان آهن .... انهن مان ڪهڙي رستي جي چونڊ ڪري رهيو آهي .... ڪهڙي جي نہ ڪري رهيو آهي ..... هُو ستل آهي .... يا

ننڊ ۾.... هُو ڪو خواب ڏسي رهيو آهي – يا ڪنهن جي تعبير سوچي رهيو آهي....! هُو ننڊ جي گوري ونڻ لاءِ ڪنهن اسٽور تي بيٺل آهي .... يا ڪنهن صدا هٽنڌڙ جي هٿ تي ڪي ڪوتا سڪا رکي رهيو آهي ....!!

”صدا هٽنڌڙ اندر ۾ هڪڙا.... ۽ ٻاهر ٻيا هوندا آهن .....!“ هن هڪ ڀيرو سچ پچ ڪوتو سڪو صدا هٽنڌڙ جي تريءَ تي رکندي ائين سوچيو هوا!

صدا هٽنڌڙ سڪي ڪي ڏسندي ئي گد گد ٿيو هو .... ۽ تصور ۾ اٺونجاهه سڪا اڳ ۾ پنجاهون هي ڳٽيندي دارون درمل لاءِ سوچڻ لڳو هو....!! صدا هٽنڌڙ جي سامهون ٻه تصور ئي تصور ۾ ڪيترا رستا هئا....!

هڪ رستو سندس اُن ڪاٽن واري وڳي ڏانهن وڃي رهيو هو جيڪو ڪيس ڪنهن شوقين مڙس سپلائي جي سِلي ۾ وٺي ڏنو هو.... ٻيو رستو .... ٽيون رستو .... چوٿون رستو ....صدا هٽنڌڙ جي ڪنڌ ۾ ڀيل مٽين جيترا رستا .... ۽ هر رستو فقير جو لتاڙيل ....!

صدا هٽنڌڙ جي لڱن تي ڀيل ميرونجهڙا، مٿي ۽ دز ۾ ڀريل لٽا ڏسي ڪيس زندگي ان ڪان ٻه وڏيڪ ميرونجهڙي ۽ صدا هٽنڌڙ جي اندر جهڙي محسوس ٿي هئي ....!

”ڪِني ۽ ڪوجهي زندگي ..... پنهنجي انا وڪٽندڙ زندگي .... رستن ۽ فٽ پاٿن تي رُلندڙ زندگي .... زندگي .....!!“

ان ڏينهن هُو گهر اچڻ لاءِ سوچيندي سوچيندي، رستو ئي ڀلي ويو هو....!! جيئن ماڻهو ڪو ڪتاب پڙهندي،اوچتو ئي اوچتو ڪنهن سوچ سبب ڪنهن ٻئي پيراگراف ۾ هليو ويندو آهي....!!

هن جي اندر ۾ ڪيترائي رستا هئا .... اهي ڄڻ ڪنهن ڪتاب جا صفحا هئا .... ۽ صفحن تي منجهيل عبارتون ۽ جملا ....!! ۽ هُو انهن منجهيل عبارتن ۽ جملن ۾ فريز ٿي رهجي ويو هو....!!

○



لاڙ جي مهربان موسم ۽ ڳهريل هوائن سان منهنجو ڪوئي آد ـ جڳاد جو تعلق آهي. اهڙو تعلق جنهن جو ڪوبہ نالو ڪونهي / حوالو ڪونهي. ساريال جي سڳنڌ ۾ واسيل ڳالهين ۽ لاڙ جي دلنواز لهجي ۾ ڳالهائيندڙ دوست بهادر ٽالپر جي ڪهاڻين سان منهنجو هي جيڪو موهہ آهي اهو مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي. هونئن بہ شايد ڪجهہ ڳالهيون سمجهڻ جي لاءِ نہ هونديون آهن. پر محسوس ڪرڻ لاءِ هونديون آهن. جيئن خوشبو جيئن گل، جيئن پوپٽ. جيئن بار، جيئن ڇوڪريون ۽ جيئن محبت.هُن جي ڪهاڻين ۾ هڪ دلربا ڪيفيت، سادگي، انتظار ۽ معصوميت جو احساس پريل آهي. اهڙو احساس جنهن کي فقط بهادر ٽالپر جهڙا پيارا ڪهاڻيڪار ئي تخليق جي پاڪر ۾ پري سگهندا آهن. بهادر ٽالپر جي ڪُجهہ ڪهاڻين ۾ تہ پيار جي اهڙي پُراسرار ۽ ڏيمي خوشبو آهي. جهڙي خوشبو ڪنهن درگاهہ ۾ ٻرندڙ اگربتين مان ايندي آهي. اهڙي خوشبو جيڪا دالان ۾ ٻيٺل هرهڪ دل کي پنهنجي حصار ۾ وٺي ڇڏيندي آهي.

مون سندس ڪهاڻي "سيلابي سال" پڙهي پوري ڪئي تہ منهنجي ڇپن مان بي اختيار واهہ واهہ جا لفظ ائين اڏامي نڪتا جيئن ڪي جهنگلي پکي ٽاهہ ڪائي اوچتو اڏام ڀريندا آهن.

منهنجو اهو ڪم ناهي تہ مان ويهي سرٽيفڪيٽ ڪيان تہ فلاڻو ڪهاڻيڪار وڏو ۽ فلاڻو ننڍو آهي. بس مان هڪ ڪهاڻي پڙهندڙ طور رڳو پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪيان ٿو ۽ اها هي تہ بهادر ٽالپر لاڙ جي سامونڊي هوائن جهڙو اهڙو دلڪش ۽ وڻندڙ ڪهاڻيڪار آهي. جنهن جي جهوليءَ ۾ ڪينجهر جون ڪئين لهرون جاڳن ٿيون ۽ جنهن جي سيني ۾ سجاول جا سوين سورج مکي ساهہ کڻن ٿا.

مان بهادر ٽالپر کي اهڙيون پياريون ڪهاڻيون لکڻ تي پنهنجو ڪوڙ سارو پيار آڇيان ٿو ۽ ڪيس پيٽر هينڊل جو هي جُملو ارپيان ٿو تہ "جيڪا قوم پنهنجا قصا ـ گو وڃائي ويهندي آهي سا دراصل پنهنجو ٻالڪپڻ وڃائي ويهندي آهي."

**منور سِراج**



Rs. 120/-